


# سوره سنڌي ادب




## صاحب خان ·سوره· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

مونکي دنيا وفا وفا ٿي سڏي
معجزو تنهنجي پيار جو آهي!

# وفا

## چوند غزل

**وفا ناٿن شاهي**

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2003ع

Roshni Book No. 242

كتاب جو نالو: وفا
شاعر: وفا ناٿن شاهي
ڇاپو پهريون: © روشني 2003ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

WAFAA
Poet: Wafa Nathanshahi
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composers, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2003

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سچل بڪ سينٽر، ربي چيمبر، حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب، لائين پار، نوابشاهه
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نئون نياپو ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
نيشنل بڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
مهراڻ بڪ ڊيپو، ڪنرو
قاسميه لائبريري - ڪنڊيارو

# ترتيب

شيخ اياز
استاد بخاري
حيدر بخش جتوئيءَ
جي نالي

# وفا غريب سهي...!

(مهاڳ/ ملاقات)

سمري ٽرائل ڏيڻ، مون کي ڪا گهڻي پسند ڪونهي. پر هن اسان جي البيلي غزل گو شاعر، وفا ناٿن شاهيءَ جو، جيڪڏهن شاعر هجڻ سان گڏوگڏ سوشل اسٽيٽس به هجي ها ته ، مون کي پڪ آهي ته، هُو هن وقت، سنڌي ادب ۾ مير عبدالحسين خان سانگي کان، ڪنهن به طرح ڪم تر درجي جو شاعر نه سمجهو وڃي ها. پڪ ته هتي مون کي ان ڳالهه جي به آهي ته، وفا جي، سانگيءَ جي وقت ۾ هجي ها ته بلڪل سانگيءَ جهڙو ئي... يا سانگي جي هن وقت 'وفا' جي دؤر ۾ هجي ها ته پڪ سان ' وفا' وانگر ئي غزل لکي ها. خير سماجي اسٽيٽس واري ڳالهه کان قطع نظر شاعرائي حيثيت ۾ اڄ، سنڌي غزل جي اتهاس ۾ پڪ چاٺو ته جيڪڏهن سانگي - سانگي آهي ته، وفا به ' وفا' آهي(بي وفا هرگز نه!) ۽ هتي عرض ڪريان ته سنڌي غزل جي ارتقا وانگر، اسان جي هن غزل گو شاعر ' وفا' جي به ، هڪ دلچسپ آکاڻي آهي ۽ اها آکاڻي مشرقي پنجاب جي شهر امرتسر واري ريلوي اسٽيشن تان، مهاجرن سان پريل، ان اسپيشل ٽرين کان شروع ٿئي ٿي، جنهن ۾، پنهنجي پريوار سان، پنجن ورهين جو مشتاق علي قريشي، پٽ خيرات علي قريشي (عرف وفا ناٿن شاهي) 1947ع ڌاري، چا سوار ٿيو! جڻ پنجن مصراعن وارو ڪوئي فٽ فاٽ جديد سنڌي غزل ، ان ٽرين ۾ اچي سوار ٿيو هو. هونئن فرض ڪيو ته جيڪڏهن 1862ع ۾ امرتسر کان لاهور تائين انگريز سرڪار، جي پنجاهه ڪلوميٽر ريلوي ٽريڪ(Track ) نه وڇائي ها ۽ جي اتفاق سان ورهاڱي وارو سانحو نه ٿئي ها ته، چا وفا ناٿن شاهيءَ جهڙي نالي وارو ڪوئي منفرد سنڌي غزل گو شاعر ، هتي سنڌ ۾ هن وقت موجود هجي ها؟-

جواب آهي ته: I dont so

خير.... امرتسر جي ريلوي اسٽيشن تان رواني ٿيندڙ اسپيشل ٽرين ، جنهن ۾ مشرقي پنجاب جي سورمن سان گڏ، وفا جو لٽيل پٽيل پريوار به سوار هو. افسوس!! ان کي لاهور جي ريلوي پليٽ فارم تان، اهو جواز پيش ڪري بيهڻ نه ڏنو ويو ته،

لاهور پناهه گيرن سان قل ٿي چڪو آهي ۽ مزيد مهاجرن لاءِ: No گنجائش- اڳتي هلو! ۽ بس تہ اهائي ريل، نان اسٽاپ ڊوڙندي، ضلع دادو ۾ داخل ٿي ۽ خيرات علي قريشيءَ جي خانوادي کي سيتاروڊ ريلوي اسٽيشن تي ٻين مسافرن سان گڏ اهو چئي اتي 'ڊراپ' آئوٽ ڪيو ويو تہ. (بقول وفا جي) ريفيوجيز کي هتي آباد ڪري، کين "آبادگار" بڻايو ويندو. زمينون ڏنيون وينديون. . . ۽ بس تہ اهڙي 'پڙبهار' اعلان تي مشرقي پنجاب جي 'ڪڙمين، ڪاسبين ، بجاجن ۽ مٺهيارن جا، جٿن جا جٿا اتي لهي پيا (۽ غور ڪريو عزيز هر وطنو) تہ انهن پناهہ گيرن مان سنڌ جي آب و هوا، ۽ داڻي پاڻيءَ سان وفاداري پوءِ انهن مان ڪيترن مهاجرن جي حصي ۾ آئي؟ (۽ هتي بنان ڪو سياسي بحث ڇيڙڻ جي) مون کي ڇوڻ ڏيو تہ، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان پنجابي ٻولي ڳالهائيندڙ، وفا ناٿن شاهيءَ جي وفاداري، سنڌ جي سوين (وفادار سڏائيندڙ) سورمن، شاعرن ۽ اديبن جي وفاداريءَ تي، مون کي تہ ڀاري ٿي نظر آئي آهي(۽ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي اڄ ان جو مان گواهہ بہ بڻجي رهيو آهيان.)

۽ سنڌ ڌرتيءَ سان هن وفادار انسان، 'وفا' جو جنم! امرتسر جي ننڍڙي ڳوٺڙي ڪڪڙان والا بنديالا ۾ پندرهين مئي اوڻيهہ سؤ ٽيتاليهہ ۾ ٿيو. جتي سندس والد سائيڪل تي سوار ٿي، ڳوٺ ڳوٺ وڃي ڪورو ڪپڙو وڪڻندو ۽ مٺهيارڪو ڌنڌو ڪندو هو. 'وفا' جي بقول: سندس والد توڙي جو هو تہ اڻ پڙهيل، پر ڳر مکي ڄاڻندو هو ۽ نيٺ پنجابي ۾ "هير وارث شاهہ" ۽ "سدي رام جي سهڻي" وارو داستان . سنگت ۾ ويهي پرفارم ڪرڻ تي کيس خاص دسترس حاصل هوندي هئي. سخت عاشق مزاج ۽ ڪچهريءَ جو ڪوڏيو انسان هوندو هو ۽ شوقين وري اهڙو، جو، پنج شاديون ڪيون هئائين. تہ بس اهو ئي خيرات علي قريشي 1947ع ڌاري پنهنجي ڪٽنب سميت سيتا وليج ريلوي اسٽيشن تي اسپيشل ٽرين مان اچي لٿو هو ۽ اتان رڙهي خيرپورناٿن شاهہ جي ننڍڙي ڳوٺڙي گوزي ۾ وڃي گوڏا کوڙيائين ۽ بس لڏو لاهي جو، اتي اهو پريوار ويٺو. تہ ويهي ئي ويو. نہ ڪڪڙان والا بنديالا وارن، پنهنجن گهرن جو ڪليم ڀريائون ۽ نہ ئي موٽ ۾ گوزي ۾ هندن جون ڇڏيل محل ماڙيون، ماڻيائون. يعني جهڙو بنديالا ۾ هئا، اهڙو ئي گوزي ۾ 'غريب' رهيا. هونئن، گوزو هنن غريب Settlers لاءِ، هئو هڪ عجب جهڙو جهان! يعني جتي اچي رهيا هئا. ماڻهو اتي جا بہ مسلمان ئي هئا ۽ 'هتان ايندڙ' پناهہ گير تہ خير هئا ئي مسلمان. عجب اتفاق جو، ڏيون ٻئي، برابر تہ مسلمان هيون. پر ٻوليون ٻنهي جون ڌار ڌار. يعني! مذهب ساڳيو ۽ تهذيبون جدا جدا. هڪ ٻئي سان سنڌن سلوڪ برابر تہ برادرانہ، پر ثقافت ٻنهي ڌرين جي مختلف. امرتسر وارن جو اصرار تہ هنڌن ۽

۽ ڪن ڪان ساهه بچائي پاڪستان جي آزاد هوائن ۾ هتي سُک جو ساهه کڻڻ لاءِ اچي پهتا آهيون. ۽ مقامي سنڌ واسين جي ذهنن، خوابن ۽ چپن تي هتي وري ندا ئي نرالي هئي. يعني:Settlers چون ته، اسين هاڻي هتي آزاد وطن ۾ اچي ويا آهيون ۽ مقامي ماڻهو چون ته "ياڻ ڪي ته هاڻي آزاد گهرجي وطن"!

وفا ٻڌايو پئي ته ُهن انهن نسلي ۽ لساني ڏچن کهان بچڻ لاءِ هتي سنڌ ۾ پهچڻ سان ئي هن ڌرتيءَ کي پنهنجي امڙ چاتي ورتو هو. ۽ اگرچ سنڌ ۾ پهچڻ وقت هن جون ٻه ماٽرون اڃ ئي حيات هيون، هڪ سڳي ۽ ٻي مائيجي. پر عجب اتفاق، انهن ٻنهي ويچارين سان اهو ٿيو جو، هتي جيئن ئي سنڌ ۾ پهتيون، ته، بس جهٽ ئي ويئي ٻنهي ويچارين سان! يعني هڪڙي ڏينهن ويئي، ته ٻي ٻئي ڏينهن . . .

۽ بس ان ڪان پوءِ، وفا جي بقول ته، مون چوري چُني ۽ يتيم جي هن ديار ۾ ڪا امر هستي، "ماءُ" بڻي، ته اها هئي سنڌ ديس جي ڌرتي!

گهر ۾ برابر ته ان وقت پنجابي ڳالهائبي هئي. پر ٻاهرين اٺ ويهه ۾ ٻول چال سڀ سنڌي ۾ شروع ٿي وئي. مڪتب ۾ وينس ته، عربي پڙهيم. ۽ اسڪول ۾ داخل ٿيس ته سنڌي! مٿان سون تي سهاڳو اهو جو راڻا، روند ۽ سنگت به سنڌي دوستن سان، ۽ سچي اٿي ويٺي به، سنڌي ماحول ۾. ۽ ماحول وري ڪهڙو؟! پاڙي واري پير شاهه جي هوٽل وارو. يعني نيٺ سنڌي ۽ نج ڳوٺاڻو. پير شاهه جي هوٽل تي سڄو ڏينهن گرامو فون تي رڪارڊن جي ڌم لڳي پيئي هوندي هئي. ۽ چانهه چانهه جي ڪوپ تي وٺي ته انڊين پاڪستاني اردو پنجابي فلمي گيت ٻڌو. . . وٺي ته سنڌي فنڪارن مان جيوٽي، چندر، ڪنور جي فرمائش ڪريو. پير شاهه جي هوٽل تي ويهي اهڙي موسيقي ٻڌڻ مون کي ڏاڍو وڻندي هئي جو ، شايد موسيقي سان لڳاءُ مون کي والد صاحب وٽان ڇڻ ورثي ۾ مليو هو. ياد اٿم: ان زماني ۾ خيرپور ناٿن شاهه ۾ ' جڙيل شاهه' جي ميلي ۾ سنڌ جا ٽاپ جا ڳويا ايندا هئا. انهن کي به ' ڳوزي ' مان کهي وڃي ٻڌندو هئس. شروع جوانيءَ ۾ تر جي ٽپيدار غوث بخش ڊوگر جي اوطاق تي جڏهن ٻڌو هئم ته، استاد منظور علي خان آيل آهي ته. مان به سندس آس پاس گڏ ٿيندڙ ماڻهن جي پيهه ۾ پاسو ڏيئي وڃي ويٺو ۽ پڪواز ۽ پ ئي راڳ ۽ استاد جي تان پلٽي تي لڇيو ڦٿڪيو هئس. ۽ اهڙن ئي ڏينهن ۽ جواني جي البيلين موسمن ۾ ڪنهن ڏام تتيءَ جو، پنهنجي ترنگ ۾ گهر ڏي پئي ويس ته نشتر ناٿن شاهي، رستي ۾ گڏجي ويو. چيائين: مشتاق! هلندين!؟ ۽ سندس ان اوچتي صلاح تي، مان ته هڪو ٻڪو ٿي ويس. پڇيم: ڪيڏانهن؟ چيائين: شام جو خيرپور ناٿن شاهه جي پرائمري اسڪول ۾ مشاعرو آهي. چيم: شعر ته مون ڪڏهن لکيو ئي ڪونهي! چيائين: پرواهه نه ڪر، شعر منهنجو، ترنم تنهنجو! جو تون سُريلو آهين. چيم: ٺيڪ! پر هلبو ڪيڏي مهل ۽ ڪٿان! چيائين:' ميٽنگ

پوائنٽ نور محمد لنڊ عرف "نوري ٽماٽي" جي هوٽل ۾ ملڻ جو وقت، ٺيڪ رات جا اٺ!

وفا ٻڌايو پئي: گهر پهچي، دستور مطابق ريڊيو آن ڪيم. عجيب اتفاق! ڪنهن ڳائڻ واري غزل پئي ڳايو. آشيانہ هو گيا. تازيانہ هوگيا.. وغيره وغيره. بس تہ جهٽ پٽ ڪري، ان ريڊيو تان ايندڙ غزل جا رديف قافيا پني تي لاٿم ۽ ان اردو غزل جهڙو، سنڌي ۾ غزل تيار ڪري شام جو نشتر ڪي جو ڏيکاريم تہ. ٺڙي پيو. چيائين: استاد! تون اڄ کان سچو پچو شاعر.. ۽ تخلص تنهنجو هوندو، "وفا"! ۽ ان جي پنيان لڳندو نائن شاهي. (۽ دوستو! ڪيڏي نہ دلچسپ صورت حال آهي جو، ' وفا' پنهنجو پهريون غزل چوري ۽ جي رديف قافين مان جوڙيو هو ۽ هاڻي انهيءَ ساڳئي شاعر ' وفا' جي رديف قافين تي وري سندس ئي همعصر ۽ جونيئر، هٿ صاف ڪندا ٿا رهن).

اهو مشاعرو مختيارڪار جي صدارت ۾ ٿيو هو(۽ ان زماني ۾ جي ڪنهن مختيارڪار، مشاعري جي صدارت ڪئي تہ، معنيٰ! موجوده وقت ۾ جهڙوڪر صوبي جي گورنر مشاعري کي اهڙو شرف بخشيو) ' وفا' چواڻي: ان مشاعري ۾ احمد خان آصف مصراڻي، نشتر نائن شاهي ۽ ڪئي ٻيا ڳاڏڙ ساڏڙ اردو، سنڌي، پنجابي شاعر ٻيا بہ هئا. پر انهن ۾ سرسي ۽ هاڪار رڳو محسن ڪڪڙائي صاحب جي ٿي. سندس شعر جي واهہ واهہ تي مان بہ ڪانئس سخت متاثر ٿيس. هڪڙو تہ هئي سندس شاعري پلي، ٻيو سندس ڇهري جي تختي، وه وا. ٻئي ڏينهن نڪري پيس سندس تلاش ۾. ۽ هٿي وڃي هنڌ ڪيم. ان وقت محسن صاحب، حجم جي دڪان تي ويٺو هو. چيومانس: استاد! ٿئي ٿا بہ ڪٿي! شاعري ۾ شاگرد ٿيندس تہ، فقط توهانجو. منهنجي اصلاح ڪريو.

چيائين: في الحال هتي مصروف آهيان. ڏاڙهي لهرائي هتان ويندس بينڪ تي. تون اتي اچ!

بعد ۾ محسن صاحب جي بينڪ ڏانهن ويس تہ، وقار نائن شاهي کي بہ ساڻ ڪنيم جو، هو اڳ ئي سائين جو شاگرد هو (۽ نائن شاهہ جي شعري فضا سان واقف پڻ)

اها سٺ واري ڏهاڪي جي ڳالهہ آهي ۽ انهي زماني ۾ سڄي سنڌ ۾ شاعرن لاءِفضا ڏاڍي سازگار هئي. هالا، ٽکڙ، لاڙڪاڻو، ڪراچي، حيدرآباد...۽ هر طرف شاعرن ۽ طرحي مشاعرن جي هاهاڪار لڳي پئي هئي. ڪنهن ڏس کان واهہ واهہ جا هوڪريا پيا ٻڌبا هئا تہ ڪنهن ٻئي پاسي کان آهہ ..آهہ جون صدائون بلند پئي ٿينديون هيون.

نائن شاهہ جا ادبي ذوق رکندڙ شاعر"نثار ٽاڪيز" جي مالڪ مرحوم جمع خان جي قائم ڪيل آفيس، اداره فلاح و بهبود ۾ گڏ ٿيندا هئا ۽ شاعرن جي لاءِ اهڙي ئي ٻي

بينڪ هئي . حڪيم محمد صادق طالب عباسيءَ جو مطب! عباسي صاحب جي تخلص پويان اتي "بزم طالب" پڻ قائم هئي. ۽ جڏهن تہ ساڳئي وقت اتي مخدوم طالب المولىٰ سائين جن جي نالي پويان قائم "بزم طالب المولىٰ" جي شاخ پڻ ڪم ڪندڙ هئي ۽ هتي ساڃي ڌر ۽ ڪاہي ڌر بابت بنان ڪنهن سياسي بحث چيڙڻ جي عرض تہ ، ناٿن شاهہ جا سپ مقامي شاعر ساڃي ڌر سان ئي وابستہ ۽ ڪاہيءَ ڌر جا مخالف هئا. خير. هتي مون کي اعتراف آهي تہ شاعر ڪاہي ڌر جو هجي يا ساڃي ڌر جو. اعلىٰ ۽ تخليقي شاعريءَ جو ٻيو نالو: "فقط شاعري" بہ آهي ۽ ناٿن شاهہ جا شاعر ان زماني ۾ پنهنجي نقطئہ نظر مطابق اعلىٰ شاعري بہ ڪري رهيا هئا. اگرچ انهي شاعري تي بہ، مير. ولي ۽ غالب جي اثر جو غلبو واضح نظر ايندو هو ۽ اهڙي آهہ آهہ ۽ واهہ واهہ واري صورتحال ۾ 1963ع ڌاري (بقول وفا جي) مون پنهنجو پهريون غزل لکيو هو.

پيءُ بہ ليکو تہ پٽ بہ آ ليکو.
پر سچڻ سان حساب ئي ڪونهي.

خير ان زماني تائين منهنجي ۽ منهنجي شاعريءَ جي تربيت تہ خيرپور ناٿن شاهہ ۾ موجود اهڙي مٿئين ٻڌايل شعري فضا ۽ استاد الشعرا محسن ڪڪڙائي صاحب جي چانو هيٺ ٿي رهي هئي. هوڏانهن ڪاہي ڌر وارن شاعرن مان وري ان زماني ۾ شيخ اياز زبردست شاعر جي حيثيت سان اڀري رهيو هو ۽ مان چاڪاڻ تہ خيرپور ناٿن شاهہ جي ساڃي ڌر وارن شاعرن جي زير اثر ۽ محسن ڪڪڙائي صاحب جو شاگرد هئس. انهيءَ ڪري ڪاہي ڌر جي شاعر شيخ اياز کي علي الاعلان ڪافر سڏيندڙن ۾. مان بہ پيش پيش هئس. ۽ هي، اهو ئي دور هو. جڏهن ڪراچي مان وفائي صاحب واري "آزاد اخبار" نڪرندي هئي ۽ شاعري واري صفحي جو انچارج هوندو هو: تاج بلوچ(۽ تمام گهڻي همت افزائي ڪندو هو) سون تي سهاڳو اهو ٿيو جو. ساڳئي زماني ۾ حميد سنڌي صاحب جي رسالي "روح رهاڻ" باعث سچي سنڌ ۾. "جشن روح رهاڻ" وارين ادبي رهاڻين جو چوٻول ٿيو. اهڙين گڏجاڻين ۾ مشاعرا بہ جو. ٿيڻ لڳا تہ خيرپور ناٿن شاهہ وارن شاعرن سان شامل ٿي، مان بہ وجي اتي پيڙو ٿيس. ياد اٿم. جشن روح رهاڻ جي ڪنهن اهڙي مشاعري ۾ غزل ڪان پهرين هي چوسٽو پڙهيو هئم تہ چڱي وهوا ٿي وئي:

ڇهري کي جو سينگاري ڇڏيو ٿا سائين.
هلندن کي بيهاري ڇڏيو ٿا سائين.

جنهن وقت ڪلي مست نگاهون ٿا ڏسو!
موٽلا جو قسم ماري ڇڏيو ٿا سائين.

وفا

"جشن روح رهاڻ" جي ان مشاعري ۾ بين سان گڏ عظيم آواز جو مالڪ سيد صالح محمد شاهه بہ موجود هو. ۽ منهنجو اهو چوُستو ڪو ڪيس وڊيو هو. تنهن مشاعري ختم ٿيڻ بعد منظور چيمبرس حيدرآباد ۾ ٻئي ڏينهن مون کي پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏني. شاهه صاحب ان وقت مشهور رسالي "بادل" جو غالبن ايڊيٽر يا شايد اسسٽنٽ ايڊيٽر هو. ٻئي ڏينهن هن وٽ ويس تہ منهنجا ياڳ کلي پيا. جو سيد صالح محمد شاهه صاحب منهنجي ضيافت ائين ڪئي جو ان چوُستي جي پسنديدگيءَ عيوض، پنهنجن هٿن سان ڪونڊي ۾ ' ٿاڌل' گهوٽي، منهنجي آڏو اچي رکيائين. بعد ۾ شاعريءَ جي ان ابتدائي زماني ۾ مشهور شاعر دادن فقير بہ منهنجو امتحان ورتو هئو. چيائين طرح ڏيائين ٿو، "گرح" هڻ تہ ، شاعر مجانءِ. سندس طرح هئي:

ڪنهن ڪان دواءِ درد نئي ڪارگر ملي

۽ مون ٺهہ پهہ ان تي گرح هنئين:

آهن حڪيم وقت جا لقمان لک مگر

۽ ائين شاعر هجڻ جو پهيو سرٽيفڪيٽ مونکي مليو... پر بقول وفا جي، طرحي ۽ زلف و رخسار واري ان ابتدائي شاعري کان، سڀ کان پهرين مون کي ساحر لڌيانويءَ جي مطالعي باغي ڪيو. بعد ۾ فيض ۽ جوش جي شاعري پڙهڻ سان ذهن ۾ وڏي اٿل پٿل پيدا ٿي ۽ اهڙي صورت حال ۾ شيخ اياز صاحب جي شعري مجموعي "ڀنوَر ڀري آڪاس" تي جو Ban پيو ۽ چوطرف ان جو چوُبول ٿيو تہ ان ڪتاب کي پڙهڻ جو شوق جاڳيو. ۽ ان کان پوءِ اياز صاحب کي جو پڙهڻ لڳس تہ بس، (وفا جي چوڻ موجب).. ان جو ئي ٿي ويس. ۽ اياز صاحب جي اهڙي گهري مطالعي بعد مان صحيح معنيٰ ۾ جديد ۽ روشن خيال سنڌي شاعريءَ کي ويجهو ٿيندو ويس ۽ اڄ جي ادبي دنيا ۾ هي جو مان جديد سنڌي غزل جو چڱو شاعر شمار ٿيان ٿو، تہ اهو بہ صرف جديد ۽ ترقي پسند شاعريءَ جي مطالعي باعث! ۽ جنهن جي نتيجي ۾ اڄ، چئي سگهجي ٿو تہ :

هر طرح جو مشاهدو ٿي ويو،
منهنجي آوارگي فضول نہ وئي.

وفا ٻڌايو پئي.. منهنجي لاءِ شاعري خود هڪ نشو آهي. ۽ قلم جي مس جي خوشبوءِ جو نشو ڪنهن بہ ٻئي نشي کان برابر تہ وڌيڪ آهي. پر ان نشي کان سواءِ نشي آور شيون بہ مون کي گهڻيون مرغوب لڳنديون آهن. ۽ جڏهن هجومن کان پري ڪٿي اڪيلو ويٺو هوندو آهيان تہ، نشي جي مون کي سخت ياڙ لڳندي آهي. ۽ مٿان عورت ۽ عشق جو تصور ان کي دو آتشہ

وفا

ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي صورت حال ۾ نشو جي مون کي ميسر ٿئي ٿو. شاعري ۽ بي خودي مون تي هڪدم سوار ٿي ويندي آهي. اهڙي ڪيفيت ۾ هڪ دفعي مون 105 غزل لکــي ورتا هئا. اجا ڪالهه ڪالهوڻي ڳالهه آهي جو، منهنجي آفيس ۾ سالاڌ آڊٽ پئي هلي. ۽ هيڏانهن منهنجي ذهن ۾ آمد شروع ٿي ويئي. آڊٽ آفيسر منهنجي ان ڪيفيت جو نوٽيس ورتــو ۽ تنبيهه ڪندي چيائين: ڇا ٿيو اٿئي؟ چيم: شاعري جي آمد شروع ٿي چڪي آهي. ڇا ڪريان! چيائين: اڌ منو ڪلاڪ صبر نٿو اچي سگهئي ڇا؟ چيم: صبر مون کي تہ ڪهڻو ئي آهي، پر ذهن جي آسمان تان نازل ٿيندڙ ، هن شاعري کي صبر ڪونهي.

اهڙي تيز رفتاريءَ سان لکڻ جي ڪري، اڄ خود مون کي بہ پنهنجي ڪل غزلن جو صحيح تعداد ياد ڪونهي. هزارن ۾ تہ هائيڪا ۽ چوسٽا آهن. ۽ پنج هزار لکيل غزلن مان بہ، مون وٽ صرف ٽي هزار ڪن غزل محفوظ آهن. جن مان هي ڪجهہ چونڊ غزل پيش لفظ لکرائڻ لاءِ اوهان کي ڏيان پيو جو، انهن بابت اوهان کي ئي اپياس لکڻو آهي.

......

'وفا' سان منهنجي اها مٿئين ملاقات صبح جي پهرن ۾ ٿيل گفتگوءَ جــي Transcription آهي. ۽ هاڻي رات آهي ۽ وفا جا غزل ... ۽ آڌي رات تائين انهــن جي مڪمل مطالعي بعد، مختصر ترين لفظن ۾ وفا جي شخصيت ۽ غزلن جي عڪاسي لاءِ مهاڳ طور شروع ۾ ڪنهن اردو شاعر جو هي شعر مون کي هن لاءِ بلڪل موزون ترين پيو معلوم ٿئي:

اس سي بهتر ڪوئي تصوير ميري پاس نهين،
ديک سکتي هي مجهي ميري غزل مين دنيا .

۽ انهي اردو شعر جي پس منظر ۾، وفا جي ذات ۽ ذات جي منظر ڪشيءَ تي ٻڌل اجهو وفا جي غزلن جو هي مجموعو! سنڌي ادب ۾ دراصل سنڌس باقائده پهريون چمتڪار پڻ آهي. تنوير سائين چيو هو: "شاعري پوري ڄمار جو رياض گهرندي آهي ۽ جي ڪو ان کي اها ڏيڻ گهري، تہ پوءِ اهو شخص برابر شاعري ڪري". ۽ غزلن جو هي مجموعو، وفا جي اهڙي ڄمار جي رياض جو ئي ثبوت آهي.

سنڌي برابر تہ، وفا جي ماءُ ٻولي ڪانهي. ۽ امرتسر مان هتي اچڻ بعد هو چاهي ها تہ، هو پنهنجي ماءُ ٻولي پنجابي جي شاعرن وارث شاهہ ۽ بابا بلي شاهہ جي ٻوليءَ جو وارث بہ بڻجي پئي سگهيو. ۽ جي چاهي ها تہ استاد دامن جو پلاند پڪڙي، امرتا پريتم جو همعصر ٿي، پنهنجي چمتڪار ماءُ ٻوليءَ ۾ ڏيکاري پئي سگهيو.. يا جي اردوءَ ۾ لکي ها تہ، ناصر ڪاظمي ثاني تہ ضرور ٿي ڏيکاري ها. پر سنڌ

ڌرتي تي پير رکڻ ۽ ان جي سجل آب پيئڻ بعد وفا پنهنجون سڀ وفائون ڇڻ سنڌ ۽ سنڌي ٻولي سان منسوب ڪري، ۽ هن شعر ذريعي پنهنجي محب وطن سنڌي شاعر هجڻ جو جهڙو ڪر باقائده اعلان ڪيو آهي:

سنڌ جي آب و هوا
جنت الفردوس ڇا؟

۽ هتي سنڌ ۾ رهائش دوران سماجي، سياسي ۽ اقتصادي صورتحال هن کي ڇا نظر آئي پئي. ان جو مشاهدو وري وفا کي هڙڙي ريت ٿيو آهي:

ڪو يزيد ۽ ڪو حسين،
وقت دشت ڪربلا.

وفا پنهنجي هن شاعريءَ ۾ سنڌ جي آب و هوا کي جنت الفردوس کان وڌيڪ ڪري ڄاتو آهي ۽ توڙي جو هن جو جنم ُڪڪڙان والا بنديالا امرتسر جو آهي، پر هو پنهنجي شاعري ۾ هي جو ڳڻ پيو ڳائي . سنڌ جا! تہ آخر ڇو؟ ۽ ڪنهن بہ ماڻهو جو رشتو، ڪنهن ڌاري ڌرتي ۽ ٻوليءَ سان ُجڙي ٿو، تہ آخر ڪيئن ۽ پنهنجن اباڻن ڪکن کان هو ڇنڻ ٿو تہ آخر ڇو!؟

هتي قطع نظر ان مسٽريءَ جي، وفا ۽ ان جي پريوار لاءِ لطيف ۽ محبتن جي هيءَ ڌرتي يعني سنڌ! خوش قسمتيءَ سان دارالامان بڻي. تڏهن ئي تہ انهن جي وچ ۾ پرورش پائيندي، وفا علي الاعلان اعتراف ڪندي چيو آهي:

مان اڄ گهڙيل هئس ڪنهن ڪاٺ وانگر،
محبت جي هٿان گهڙجي ويو هان.

هونئن تاريخي حقيقت تہ اها بہ آهي تہ ، آرين جي آمد ۽ قاسم جي پٽ جي ڪاهُن ۽ مهاجرن جي تسلط کان وٺي، اسان جي هيءَ سنڌ، ُسک جو ساهہ سنبري ئي ڪٿي ٿي! اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي مقامي ماڻهن جي آزادي لاءِ تڙپ ازل کان اڃا تائين جاري و ساري آهي. وفا ۽ ان جي پريوار جي آمد بہ سنڌ ۾ اهڙي ئي صورت حال ۾ ٿي هئي، جڏهن هتان جا ماڻهو عجب تذبذب ۾ مبتلا هئا. هڪڙن ان آزاديءَ کي انگريز سامراج کان آزادي پئي سڏيو ۽ ٻيا محض ان آزاديءَ کي ملڪ جي ورهاڱي کان وڌيڪ اهميت ڏيڻ لاءِ تيار نٿي نظر آيا. اها صورت حال باشعور شاعر وفا جي بہ آڏو هئي. جنهن رت جو دريا اُڪري، جڏهن سنڌ ۾ اچي دم پٽيو تہ. هتان جي ماڻهن کي ُهنوز غلاميءَ جي غم ۾ مبتلا ڏٺو. نتيجي ۾ هتان جي اهڙي صورت حال کي وفا نهايت ذهانت سان Deal ڪندي، ۽ مقامي ماڻهن جي همٿ ٻڌرائيندي، پنهنجي هڪ شعر

۾ ڪين جيو:

سڄي جهان کي اڄ ڏيون تدبير اهن،
نڪي غلام لڄان ۽ نه ڪو غلام ڪڄان!

يعني: هن شعر ۾ وفا ياد ڏياريو آهي ته، سامراج کان آزادي اسان جو به حق هئي، جيڪا اسان ماڻي ۽ اهڙو ئي حق، هتان جي سنڌ جي مقامي ماڻهن کي به آهي، ته هو پنهنجي آزادي، لاءِ پتوڙيندا رهن. ۽ اهڙي جاکوڙ جاري رکڻ جي ڪين صلاح ڏيندي، وفا ڪهڙو نه سهڻو نقطو هن شعر ۾ رکيو آهي ته:

نڪي غلام لڄان ۽ نه ڪو غلام ڪڄان!

دراصل سنڌ جي سموري سماجي ۽ سياسي صورتحال . جيڪا هتان جي مقامي شاعرن آڏو هئي، 'وفا' جي به آڏو رهي، يعني: سنڌي ٻوليءَ سان هاڃا، ون يونٽ، ماڻهن سان سماجي بي انصافيون. خود سنڌ سان سنڌي سياستدانن جون چالبازيون. منافقيون. مٿان مارشلائون ۽ موچڙا. علاوه ازين ايوب خان، يحيىٰ خان، ضياءُ الحق، وري نام نهاد جمهوريت جي نالي ۾ بي نظير، نواز شريف ۽ پنجاهه سالن دؤران، نظام بدلجندا رهيا پر بدنظمي نه وئي سا نه وئي. ۽ انهي سموري پنجاهه سال سمئي دؤران ويچاري هتان جي عام سنڌي ماڻهوءَ سان ڇا وهيو واپريو. وفا جي هنن ٻن شعرن جهڙو انهيءَ صورتحال تي تبصرو، سچ ته پوري اردو سنڌي شاعريءَ ۾ نظر نه آيو آهي مون کي:

فقط سياسي فريبن جا معجزا آهن،
ڇوي لو ڪير، اسين اقتدار ۾ آهيون.

....

عمر گذري وئي حُسين جيان،
جو مٽي ۾ لڳو، يزيد لڳو.

۽ هھڙن باشعور شعرن جو خالق وفا، جيتوڻيڪ خيرپورنائن شاهه اسڪول آف ٿاٽ جي شاعرن جي وچ ۾ پرورش پاتي آهي ۽ پنهنجي ان ادبي نالي اختيار ڪرڻ باعث، هو نائن شاهي شاعرن جو ڇڻ جاڙو ياءُ لڳندو آهي، پر پنهنجي غزل جي منفرد ۽ Sharp لهجي باعث، مان هن کي هندستان جي جديد سنڌي غزل گو شاعر ايم ڪمل جي Wave length ۾ ئي ڏسندو آهيان. هند ۾ ايم ڪمل وانگر، اڄ سنڌ ۾ اسان جي هن وفا کي به، پنهنجن هھڙن غزلن جونه منفرد شعرن سبب، حيرت انگيز پذيرائي حاصل ٿي چڪي آهي.

ململ جو ويس آهيان،
نرمي، سان پاء، مون کي.

دل هان، چراغ ناهيان،
سوچي جلاء، مون کي.

وفا... پنهنجي ابتدائي غزل ۽ غزل جي رنگ تي روايتي اردو شاعري ۽ ترقي پسند شاعرن نديم، جوش، قتيل ۽ ساحر جي اثر کي مڃيو آهي. ۽ برابر تہ هن انهن اردو شاعرن جي اثر ۾ بہ ڏاڍا چڱا چڱا شعر لکيا آهن. مثال طور:

صنم خاني ۾ هٿ، ڪعبي ۾ اکيون،
فقيرن جي مسلمانيءَ تي سوچيو.

گلن جي سرخ چهرن تي پسينو،
شبنم جي پشيمانيءَ تي سوچيو.

غريبن جي ارادن جا خدائو!
شهنشاهن جي دربانيءَ تي سوچيو.

يا

زندگي انتظار ۾ ٿي وئي،
حسرتن جي مزار موٽي آ.

يا

لڙڪ پڇرن پيا پتنگن جان،
ياد شمع جيان ٻري ٿي پئي.

۽ اهڙن شاعرن جي مطالعي مان اثر وٺندي، وفا پنهنجي رستي ڳولڻ جي تلاش بہ جاري رکندو آيو آهي. بقول وفا جي:

لهو لهان هٿن سان، پروڙ پيرن سان،
تلاش يار ۾ آهي چمن چمن ڪوئي.

۽ نهايت جلد اهو ڏينهن اچي ويو، جڏهن مسلسل تلاش، وسيع مشاهدي ۽ مطالعي بعد وفا پنهنجي انفرادي اسلوب ۾ هھڙا پنهنجا ذاتي مشاهدن تي ٻڌل شعر لکڻ ۾ سوڀارو ٿي ويو. ۽ اِهِ انهيءَ منفرد لهجي باعث ٿي، وفا کي جديد سنڌي غزل ۾ فخر لائق سڃاڻپ ميسر آهي.

جيئڻ ڏيندؤ ته مرنداسين. وگرنه
اسان جو موت کان انڪار آهي.

يا

پيليو چو ٿا، گاهه ته ناهيان،
نرم سهي، ٻي ساهه ته ناهيان.

منهنجو مذهب پيار محبت،
ڏسجو مان گمراهه ته ناهيان.

يا

چند ساهن جي ڪشمڪش آهي،
جي پڇو زندگيءَ جي باري ۾.

مون اکين ۾ پٽي تلاش ڪيا،
لڙڪ بيٺا ها تنهنجي چاري ۾.

وفا جا اهي مٿيان ۽ اهڙا ٻيا شعر، جديد سنڌي غزل جي مُنهن جا خوبصورت موڙ آهن. ۽ هي جو چٽبو آهي ته لوڻ سان ڪاڏي جي ذائقي ۾ رونق وڌندي آهي، ائين اياز، شيام، تنوير، ذوالفقار ۽ تاج بلوچ جي غزل کان پوءِ، وفا جي غزل سان جديد سنڌي غزل جي سچ پچ ته آبرو مٿانهين ٿي آهي. ۽ وقت گواهه آهي ته اسٽيٽس جي آڌار تي حاضر دوُر جي گهٽن ئي شاعرن چاهيو ته هو "اياز ثاني" سمجهيا وڃن، پر نهايت جلد هنن جي اهڙي خواهش مکڻ جي چاٽي مثل ڀڳي وڃي پٽ ورتو. ۽ انهن جي پيٽ ۾، وفا پنهنجي غربت باعث به پنهنجي شاندار ۽ آبرو مند اسلوب سبب باقائده سرخرو پيو نظر اچي.

منهنجي هٿ ۾ صرف قلم،
جڳ جي هٿ ۾ ڀالو ٿئي!

مٽيءَ جا ٻهروپ وفا،
ڪو سيد، ڪو ڀالو ٿئي!

ياد رکڻ گهرجي ته شاعريءَ ۾ ڪچي جي ٻولي، پڪي جي ٻولي يا شهري ٻوليءَ جي ووڪيوبلري استعمال ڪرڻ سان ڪو به شاعر وڏو يا ننڍو شاعر ناهي بڻجي سگهندو. اصل ڳالهه شاعر جي احساس جي گهرائي ۽ بيان جي بيساختگي آهي، جنهن جي بنياد تي شاعر جي عظمت جا ماڻ ۽ ماپا مقرر ٿيندا آهن. ها! ائين ضرور آهي ته

شاعر جنهن ٻوليءَ کي اظهار جو ميڊيم بڻائيندو آهي. هن کي ان جو پارکو ۽ محافظ ضرور هجڻ گهرجي. ان سطح تي بہ وفا کي ووٽ آهي تہ. ٽوٽي جو سنڌي ٻولي هن جي ماءُ ٻولي ڪانهي. پر ان ٿي ٻوليءَ ۾ هن بيساختہ شاعري ڪري آئوٽ سائيڊر شاعر سڏرائڻ کان پاڻ کي بچائي ورتو آهي. ۽ نہ ئيڊن کان . سنڌ ۽ خاص ڪري رُورل ايرياز ۾ رهڻ ۽ پرورش پائڻ سبب. هن سنڌ جي وستين واهڻن. ثقافت. لوڪ داستانن. رومانی ڪردارن. اهڃاڻن ۽ تمثيلن کي پنهنجي تخيل جي مٽيءَ ۾ ڳوهي سموهي. هر سطح تي پاڻ کي هن ڌرتيءَ جو ڄائو شاعر ثابت ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪا نہ ڇڏي آهي. ڪجهہ مثال ڏسو:

مٿو آکري ۾، هڻ سنسار مُهري
وفا سارين جيان ڇڙجي ويو هان.
...
منهنجا ٻکيا ائين اڏيڙي ٿو.
جيئن هاري زمين کيڙي ٿو.
...
روز لٽجن ٽيون نيون اميدون.
دل وڏيري جي حويلي آهي.

منهنجي دل آهي ڪبوتر ٻر جو.
تنهنجي اک ڄڻ تہ گليلي آهي.

وقت مرشد لڳو. مريد لڳو.
باقي هر فلسفو شهيد لڳو.
...
انب ٽپڪي جو هوا جي زد ۾.
اي وفا! وقت جي جهولي ٿي وڃ.
...
پيار تنهنجي جي حاصلات وفا.
بيت ڏوهيڙا ڪافيون. دوها.
....
درياهہ شڪن جذبا. طوفان شڪن سوچون.
ڪردار ۾ سهڻيءَ جي تمثيل لڳي ڇوري.

ايليٽ چيو هو. ڪو بہ لفظ شعر ۾ ممنوع نہ آهي. جي شاعر کي ان جي ڪتب آڻڻ جو فن آهي. وفا کي ، ڇاڪاڻ تہ غزل ۾ اظهار تي دسترس آهي. ان ڪري ڪنهن بہ لفظ کي هڪ ٽڪ استعمال ڪرڻ تي تہ. هن کي جهڙوڪر وڏو درڪ حاصل آهي.

واڄ گــودو ۾ اڪ ٽپـال وفـا!
ڇا لکون حُسن جي نظارن تي.

هن شعر ۾ وفا، ڪنهن ساده دل حسن جي تاڙوءَ کي، سنڌي محاوري ۾ جيئن پورٽري ڪيو آهي. ان سان شعر جي دل آويزيت تہ پنهنجي جاءِ تي، پر ان جي پڙهڻ سان پڙهندڙ جي چپن تي جيڪا مُرڪ تري ٿي اچي، ان جو بہ ڪو جواب ڪونهي. اهڙو ئي وفا جو هڪ ٻيو دلچسپ شعر هي ڏسو:

جو بہ هُن گلبدن کي ڇيڙي ٿو،
گارين جا گلاب ميڙي ٿو.

غزل جي هيئت ۾ سچ تہ، شيام ڪان پوءِ ۾ ايم ڪمل سان گڏ اهڙن انوکن تجربن ڪرڻ باعث سنڌ ۾ ، غزل جي سينيئر شاعرن ۾ اهڙي New Senstivity وفا کان سواءِ هتي ڪنهن بہ ٻئي شاعر ۾ نظر ڪا نہ آئي آهي مون کي. بقول وفا جي:

آهن وفا جي پڳ جا،
سـڀ اير ڦيـر سهڻا.

بزدل، غلام ڪوجها،
سرڪش، دلير سهڻا.

غزل لاءِ چيو ويندو آهي تہ ان ۾ وڌ ۾ وڌ ٻارنهن ۽ گهٽ ۾ گهٽ پنج شعر هجڻ گهرجن. ان ڏس ۾ بہ سچ پڇو تہ ، وفا جا غزل پنهنجي ڏيکھ ويکر ۾. ڪنهن مُتناسب قد ڪاٺ واري حسين دوشيزه جو ڏيک ڏيندڙ لڳندا آهن(هونئن بہ وڏن بحرن ۽ بي شمار شعرن تي ٻڌل غزل ، مون کي تہ سخت بور ڪندا آهن)

غزل جي هيئت ۾ ڪامياب تجربا هر سچاڻ شاعر سنڌيءَ ۾ ڪيا آهن. پر وفا جيڪي مزيدار مزيدار ميٽرن ۾ سنڌي غزل لاءِ جيڪي تجربا ڪيا آهن. اهي سچ پچ تہ صنف نازڪ کان وڌيڪ نازڪ ۽ نفيس لڳا آهن مون کي:

مُـعطر پسينـا،
گلـن جـا مهينا.

خدا جي سهاري،
اسان جا سفينا.

مان ڪشڪول خالي
تون اڻ ڪٽ خزينا.

وفا سخت مشڪل،
محبت جا زينا.

يا

جو و هي،
سو لهي.

آسرا!
شل ٿهي.

ڪک پي،
لک لهي.

چرک جان،
پيو ٿهي!

يا

فصل گل تي پوان،
مسڪرائي ڏسو!

ڪو نہ ملبو وري،
موڪلائي ڏسو!

ديپ آهيان وفا،
پل جلائي ڏسو!

ايذرا پائونڊ چيو هو، هڪ اميج، هڪ عڪس ضخيم ڪتابن تي ڀاري هوندو آهي. وفا جي غزلن جو ڪو ڪو شعر تہ واقعي ايذرا پائونڊ جي ان چوڻ مطابق، مصورن جي ڪئي تصويرن ۽ ضخيم ڪتابن جي مطالعي تي ڀاري ٿو لڳي. هتي رڳو هڪ هي مثال

ملاحظ ڪريو:

سپ اک، ڪشڪول اک، بادام اک،
آهي تشبيهن جو قتل عام اک.

اهڙيون ئي هي بيون ڪجهه اکرن ذريعي پينٽ ڪيل هن جون شعري تصويرون ڏسو:

آزاديءَ جو گهوٽ وفا!
مُنهن تي موڙ، ڳچيءَ ۾ ڳٽ.

...

مان وڻ جو ڦهلاءُ وفا،
تون پاڪر بي پاڙيءَ جو.

ُبت منهنجي احساس ڊِڪيو،
هڪڙي انگ اگهاڙيءَ جو.

۽ هاڻي وفا جي هن شعر ۾ هن جي اکرن جي طاقت تہ ڏسو، پڙهڻ سان پاڻيءَ جي سطح تي آڙيءَ جي ڦٿڪڻ جو منظر ڏسي، سچو ذهن جڻ تہ ڏڪندي ٿو محسوس ٿئي.

دل تي اک جو وار ٿيو،
جر تي ڦٿڪڻ آڙيءَ جو.

۽ اڄ وفا پنهنجي غزل جي ان ماقت ور اظهار باعث غزل جو ايڏو تہ چڱو شاعر پاڻ کي ثابت ڪيو آهي جو، پنهنجي ان چڱائيءَ جي خود هن کي بہ خبر ناهي ۽ هي جو چار چڱا شعر چئي، پراڻي ۽ نئين ٽهيءَ جا شاعر اياز ثاني ۽ اياز جي Continuty کان ٻاهر پاڻ کي وڏا شاعر سمجهڻ لڳا آهن، وفا انهن جي مقابلي ۾ سچ پچ تہ وڏو شاعر هجڻ جي باوجود، سدائين ڪسرنفسيءَ جو اظهار ڪندي چوندو پيو آهي، يارو! مان تہ ٽڪو ئي نہ لهان. جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ، هن ههڙي هينئين سهڻي غزل لکڻ تي، وفا جهڙي شاعر کي مون پاران تہ ست خون معاف ڪري سگهجن ٿا.

سنهيون آڱريون ۽ ڇلا موڪرا،
پريشان سڀ ڇوڪريون ڇوڪرا.

ڇڏي پيار، افسوس جي ڳالهہ آ،
سياست ۾ ڪاهي پيا ڇوڪرا.

بهارن ۾ رنگين بدن مالهڻيون،
گلن جا ڪنيو ٽيون وتن ٽوڪرا.

هتي ههڙي ۽ ههڙن ٻين غزلن ۾ شاعر وفا کي ماڻ. برابر تہ Healthy شاعر مڃان ٿو. پر جيڪي مون ٻارا هن جا مداح هن سان عام زندگيءَ ۾ ملندا رهن ٿا. اهي مون سان سهمت ٿيندا تہ هو پاڻ فزيڪلي ڏينهن بہ ڏينهن ڳرندو ۽ ڪمزور ٿيندو پيو وڃي. سبب؟ ۽ سبب ان جو اهو تہ هو 'نشي وشي' جو عادي آهي ۽ وقت جا وڏا لمحا هو ڪنهن نہ ڪنهن نشي جي مدهوشيءَ ۾ رهڻ وڌيڪ پسند ڪري ٿو. ۽ قرت العين حيدر ڪنهن هنڌ لکيو آهي تہ :" شاعرن جي ان مدهوشيءَ ۾ رهڻ جو سبب اڃ تائين ڪو بہ نقاد . ڪو بہ سوشل سائنٽسٽ ۽ ڪو بہ نفسيات جو ماهر معلوم نہ ڪري سگهيو آهي".... خير هتي وفا جي ڏس ۾ تہ چئي سگهجي ٿو تہ پاڪستان ۾ پهچڻ بعد هن ۽ هن جي خاندان کي هي جا خانہ بدوشن جهڙي زندگي ۽ معاشي بدحالي ميسر ٿي، مٿان هي مدهوشيءَ جي عادت. هن کي ان مفلسيءَ کان فرار باعث. تہ ڪا نہ پئي آهي؟ هونئن ان سطح تي، جذباتي ۽ معاشي سطح تي وفا جيڪو ڪجهہ ڀوڳيو آهي، ان جو هن هيٺين شعر ۾ جهڙوڪر اعتراف بہ رڪارڊ تي آڻي ڇڏيو آهي.

لڙڪ ۽ مُرڪ کي جڏهن توريم،

غم. خوشيءَ کان وفا مزيد لڳو.

ظاهر آهي تہ دک وسارڻ ۽ غم غلط ڪرڻ لاءِ نشي وشي جو استعمال وفا جو حق آهي. ۽ ڪو هن کي ان کان منع نٿو ڪري سگهي، جو پارت جي نامور نقاد وارث علوي صاحب چيو هو: "ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو اوهين سر تہ ڪپي سگهو ٿا، پر سر پٽڻ جو اختيار ڪانئس نٿا کسي سگهو".

وفا سان جيڪي بہ ماڻهو روبرو مليا آهن، مون سان سهمت ٿيندا تہ هو پنهنجي سڀاو ۾ ڦل ٽائيم شاعر ۽ پنهنجي ذات ۾ مست الست هڪڙو 'ڪئريڪٽر نما' انسان بہ لڳندو آهي. بلڪل ائين جئين اردو شاعريءَ ۾ ميرا جي، ساغر صديقي، يا عدم ۽ قابل اجميري جا ڪئريڪٽر رهيا آهن. انهن شاعرن ٿي وانگر 'عورت' وفا جي بہ ڪمزوري رهي آهي ۽ ان ذوق شوق ۾ ٻين عورتن کي تہ الائي، البتہ هو سنڌي ٻوليءَ جي نامور ليکڪائن کي رومانوي انداز جا خط بي دريغ لکندو رهيو آهي. ۽ اهو مون کي خود سنڌي ليکڪائن پاڻ ٻڌايو آهي. ۽ منهنجي ڄاڻ موجب وفا جي اهڙن لکيل رومينٽڪ خطن کي جي، هڪ ٻئي سان ملائي رکجي تہ. شايد اهڙو خط دنيا جي ڊگهي رومانوي خط جي شڪل اختيار ڪري سگهي ٿو.

وفا پاران لکيل ڪنهن سنڌي خاتون ليکڪا وٽان مليل اهڙن خطن ٻي مطالعي کان پوءِ، انهن مان جيڪو لب لباب منهنجي سامهون آيو. اهو خود وفا جي هنن

شعرن مان بہ عيان ٿيندو نظر اچي ٿو:

کار بنگلو نصيب ۾ ڪونهي،
صرف دل آ. صنم قبول پوي.

ڪر ڏياريءَ ۾ پيار جو اعلان،
مون سان ڏيئا جلاءِ ماڻهن ۾.

...

لاٽ وانگر ٻري پيو ڪوئي،
واٽ وانگر سڙي پيو ڪوئي.

گرم ڇاتين جي سرڪشيءَ جو قسم،
بت ۾ ڪوڪا جڙي پيو ڪوئي.

وري وفا جي ليکڪا ڏانهن لکيل اهڙن خطن ۾ سندس ڪن ڪن سٽن مان تہ. ههڙي التجا بہ ظاهر ٿيندي نظر آيم ٿي:

گل بہ هٿجان نہ تيش ۾ مالهڻ!
آئون حد کان وڌيڪ گهايل هان.

وفا کي جڏهن انهيءَ متعلق ليکڪا وٽان جوڳي موٽ نہ ملي تہ سندس هڪ خط جو تت وري مون کي سندس هن شعر ۾ ڇٽو پٽو نظر آيو آهي:

شيشي کي ويا ٽوڙي،
پٿر جا هٿا ماڻهو.

هونئن ليکڪائن سان رومينٽڪ خط و ڪتابت کان قطع نظر، غزل جي هڪڙي لغوي معنيٰ، حسين عورتن سان گفتگو ڪرڻ بہ آهي. ۽ ان حوالي سان وفا عورتن بابت پنهنجي غزلن ۾ انوکا ۽ حيرت جهڙا گفتا نروار ڪري، عجب عجب جهڙا شعر لکيا آهن:

آهي عورت تہ پوءِ حسين هجي،
صرف ٻارن جي ڇو مشين هجي.

هڪ ٻئي هنڌ هن چيو:

هر بدن کي سڻي ڪتاب جيان،
مون پڙهيو زير ۽ زبر تائين.

وفا عورت جي انگ انگ ۽ بدن جي هنڌ هنڌ کي جيئن ڏٺو ۽ پنهنجي غزل ۾

پيش ڪيو آهي. سنڌي غزل ۾ ڪنهن ٻئي شاعر وٽان اهڙا مثال ٿورائي ملندا ۽ جماليت ۽ جدت جي سنگم تي سچ پچ ته وفا جي هيٺين ههڙن شعرن تان ڪيترا ئي غزلن جا ديوان قربان ڪري سگهجن ٿا:

جسم پورو، لباس ڪاري ۾.
برف باري نه ڪر سياري ۾.

يا

ڳنهج ڪيو ڇڏي لباسن جا.
ڇوڪري ناهي، استري آهي.

يا

شب رنگ لباسيءَ مان نڪتو جو بدن پورو
پر نور لڳو ڪمرو، قنديل لڳي ڇوري.

حسن ڏانهن وفا جي سڪ ۽ ڇڪ جو هي عالم ته ڏسو. چوي ٿو:

سدائين حسن رهيو آ، وفا جي پيش نظر،
نه ڪنهن کان قوم پڇئين ۽ نه ڪنهن کان ذات پرين.

وفا جي غزل جي آڙ ۾ عورت جي حسن ۽ جسم ڏانهن اهڙي آر پار رغبت ۽ خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ جي ڪن ليکڪائن ڏانهن لکيل خطن جي صورتحال ڏسي، اچنبو به ٿيو هئم ۽ مٿس رحم به آيو هئم. پر جڏهن هن مجموعي جي غزلن مان منهنجي نظر وفا جي هن هيٺئين شعر تي پيم، تڏهن ان شعر جي مفهوم باعث وفا جي پاڪ و پاڪيزه ذهنيت تي مٿس اوچتو پيار به اچي ويو اٿم:

هوش ۾ جيسين اچي محترم،
منهنجي ڪمري ۾ امانت رهندي.

هتي مان ڪنهن جي ڇيل ان ڳالهه سان سهمت آهيان ته جيستائين ماڻهو پاڻ سڄو انسان ناهي، سڄو ليکڪ ٿي ئي نٿو سگهي. هتي ڪنهن ٻئي جو مثال ڇو ڏجي، اڪيلي لطيف سائين جو مثال ئي ڪافي آهي. جنهن پنهنجي ذاتي تشخص جي ئي نفي ڪري ڇڏي ۽ جابجا پنهنجي شاعريءَ ۾ پاڻ کي اڪلاڙي ۽ مون نماڻيءَ جي نجهري ڇتي، پٽي اظهاريو آهي. ساڳئي طرح حضرت امير خسرو پنهنجي مرشد خواجه نظام الدين اولياءَ اڳيان اهڙو ئي روپ ويس ڌاريو ۽ چيو 'آج رنگ لي هي مان رنگ هريا يا، خسرو نظام کي بل بل جائيکي'

وفا سنڌي غزل ۾ جهڙو ڪر اها ساڳي ئي پر ڀاري آهي ۽ غزل ۾ اهڙي رمز رکي، غزل کي ڇڻ ڪافي جي ويجهو آندو آهي:

وفا

ياد پري جا آيا ڙي،
اکين پلڪ پُسايا ڙي.
مُرڪي مُرڪي موٽي ويو،
نڪتا لڙڪ اجايا ڙي.

يا

نہ فرض پاري سگهان ٿو نہ پيار ساهيڙي!
بڌاءِ اهڙي جيئڻ مان مراد ڇاهي ڙي!
مڃان ٿو تنهنجي محبت بہ زندگي آهي،
مون کي اصول جي سوليءَ تان ڪير لاهي ڙي!

۽ سنڌي شاعريءَ ۾ هڙن حسين حسين غزلن جو خالق، اسان جو هي وفا ناٿن شاهي، پنهنجي سياڻ ۾ رولاڪا ۽ اوجاڳا پسند ڪندڙ شاعر آهي. ۽ ظاهر آهي اهڙي خانہ بدوشي پسند ڪندڙ شاعر وٽ مطالعو گهٽ ۽ مشاهدو وڏيڪ هوندو آهي. هوندن ڪنهن چيو بہ آهي تہ" سني، سچي ۽ ڊفرنٽ شاعري اوجاڳن، رولڻن ۽ آوارگين مان ئي سرجندي آهي. ۽ وفا جي شاعري ان جو جيئرو جاڳندو مثال آهي. ڪنهن چيو پئي: وفا کي دنيا جي ٻولين جي عظيم ادب جي ڄاڻ ڪانهي. ها! مڃجي ٿو تہ ائين برابر هوندو. پر ڪو ٻڌائي تہ لطيف، سچل، سامي، مير، غالب ويندي استاد بخاريءَ تائين... ڪنهن ۽ ڪهڙي شاعر دنيا جي عظيم پرڏيهي ادب جو مطالعو ڪيو هو؟ بس تہ ثابت آهي تہ، وڏي شاعري ڪرڻ لاءِ وڏي ڪتابي مطالعي بدران وڏي نظر، وسيع مشاهدي ۽ گهري چوٽ جو گهائل هجڻ ضروري آهي. وفا بہ ان دولت سان مالا مال آهي. ۽ هونئن تہ مفلس ۽ غريب آهي، پر غزل جي حوالي سان مان هن کي سنڌ جو دولت مند ترين شاعر سمجهان ٿو. ۽ ايتري دولت هجڻ جي باوجود هن جي ڪسر نفسي ڏسو، جو چوي پيو:

منهنجو مذهب پيار محبت،
ڏسجو مان گمراهہ تہ ناهيان.
نيٺ خطا ٿي ويندي مون کان،
آدم هان اللہ تہ ناهيان.

۽ وفا جي هڙن طنز ۾ ٻڌل خوبصورت ۽ Creative غزلن سان سنڌ جو مڪروهہ، مصلحت پسند ۽ منافق معاشرو سڌري ٿو يا نہ! منهنجي آڏو ان جي ڪا اهميت ڪانهي. ها! ان کي پڙهي اهو ئي معاشرو خوش ضرور ٿيندو، جو منهنجي آڏو معاشري

ڪي شعر ذريعي سڏارڻ بجاءِ اها خوشي ڏيئي ٿي ته راهه راست تي آڻڻ جي وڏي اهميت آهي. ۽ ان حوالي سان، مان پنهنجي ذاتي حيثيت ۾ وفا جي هنن غزل مان ڪافي خوش به آهيان.

۽ ڇا وفا جي غزلن ۾ واقعي ڪي بحر وزن جا نقص آهن! يا هو پنهنجي غزلن ۾ ڪٿي ڪٿي اجان به زير اضافت ۽ ثقيل ٻولي استعمال ڪري ٿو. يا هن جا زود گوئيءَ جي شوق ۾ لکيل ڪي ڪي غزل ' نظرثاني' گهرن ٿا... ۽ واقعي جي هن جي غزل ۾ اهي عيب ثواب آهن به ته، مان ڪير ٿيندو آهيان. ان مان اهڙا عيب ڪڍي، انهن جي اهميت گهٽائڻ ۽ انهن کي رد ڪرڻ وارو؟ ڇو ته ڪو به شعر جي ڇنڊ، معياري ۽ سٺو آهي ته، اهو ته هونئن ئي زنده رهندو. جيئن نارائڻ شيام به چيو آهي:

آدمي ٿو جيئي بس ڳڻيل ڏينهن ڪي،

شعر جي زندگي، سچ سنئين نت نئين.

خير... هن مهاڳ / ملاقات جي آخري ڳالهه هيءَ به آهي ته، ويهين صديءَ جي غزل ۾، قليچ، سانگي، گدا کان وٺي سوءُ سالن دوران پيدا ٿيندڙ هزارين غزل گو شاعرن سان گڏ اسان جي هن پنهنجي وفا ناٿن شاهيءَ جو به Contribution نهايت وڏو آهي. ۽ مان هن جي غزل کي ويهين صديءَ جي اهم شاعرن اياز، طالب المولي، تنوير، نياز ، شمشير ۽ ان کان پوءِ امداد، تاج ، ذوالفقار راشدي ۽ مجروح وغيره جي غزل کان ڪنهن به طرح گهٽ اهميت نه ڏيندس ۽، نه ئي ڪنهن مؤرخ، نقاد يا ڪراما ڪاتبين ٽائيپ تاريخ نويس کي اهڙي، اجازت ئي ڏيندس ته، هو وفا کي ويهين صديءَ جي جديد سنڌي غزل جي "وڏي غزل گو شاعر" هجڻ واري حق کان محروم ڪري.

مان ٿورائتو آهيان پنهنجي پياري دوست اسحاق سميجي جو، جنهن وفا جا هي غزل يڪ مُشت مطالعي لاءِ مون کي ڏنا ۽ احسانمند آهيان، مان وفا جو، جنهن مون جهڙي جونيئر ليکڪ شاعر کان (جيڪو ڪنهن به طرح هُن تي مهاڳ لکڻ جو اهل پاڻ کي نٿو سمجهي) هيءَ مهاڳ لکرائڻ لاءِ پنهنجي پبلشر کي بار بار nsist ڪيو. ۽ ان ڳالهه کي مان سچ پچ ته وڏي سعادت ۽ پنهنجي لاءِ خاص خوش نصيبي پيو ڀانئيان.

نصير مرزا

حيدرآباد

31 .12 .99

# غبارِ خاطر

شاعر فطري هوندا آهن ۽ فطري شاعرن کي الهام بہ ٿيندو آهي. الهام هڪ پراسرار ڪيفيت جو نالو آهي، جنهن کي الهامي ڪيفيت چئبو آهي. هيءَ ڪيفيت شاعر کي هن سراپا غلط دنيا مان ڪڍي هڪ ٻي عجيب و غريب دنيا ۾ وٺي وڃي ٿي، جيڪا الهامي دنيا آهي. هن دنيا ۾ اچڻ کان پوءِ شاعر نہ رهندو هندو، نہ مسلمان، نہ سک رهندو، نہ عيسائي. هن کي هن سڄي ڪائنات جا انسان هڪجهڙا لڳندا آهن ۽ هن جي سامهون رنگ، نسل، قوم، ذات نہ پر صرف انسان هوندو آهي. شاعر هن ڪيفيت ۾ اچڻ کان پوءِ ڪوڙ، ڪفر، شر، منافقي، جنگ، ظلم، ناانصافي، ڌاڙائي، قتل، ڌاڙي، اغوا، چوري ۽ دهشتگرديءَ کان شديد نفرت ڪري ٿو ۽ امن، انصاف، سلامتي، سچ، دوستي، خير، محبت، پاٿيچاري، برابري، احساس ۽ عالمي امن جو علمبردار، حامي ۽ مبلغ ٿي پوي ٿو ۽ انسانيت جي خالص خمير مان جڙيل هڪ مثالي انسان ٿي پوي ٿو. ان وقت هن کي حلال ۽ حرام، ڪوڙ ۽ سچ، امن ۽ ظلم، محبت ۽ نفرت، دوستي ۽ دشمني، خير ۽ شر، چڱائي ۽ برائي، عدل ۽ انصاف، زهر ۽ امرت، هيري ۽ پٿر، صحيح ۽ غلط اصل حالت ۽ شڪل ۾ نظر ايندو آهي ۽ پوءِ آمد ۽ الهام جون معجزه نمائيون شروع ٿي وينديون آهن. (آمد بہ الهام جي ئي پيڙ آهي) حيرت انگيز منظر جنم وٺڻ لڳندا آهن ڪڏهن ڪڏهن ائين نظر ايندو آهي تہ جيئن شاعر جي سامهون فڪر ۽ خيالن، لفظن ۽ معنائن، تشبيهن ۽ استعارن جا اڪيچار گل ٽڙي رهيا آهن ۽ شاعر اهي گل اهڙي اطمينان ۽ خود اعتماديءَ سان چونڊي رهيو آهي، جيئن سندس پنهنجا گل هجن. ڪڏهن ائين محسوس ٿيندو آهي تہ جيئن هڪ قسم جي برسات ٿي رهي آهي، جنهن ۾ شاعريءَ جا لوازمات رنگين موتين وانگر وسي رهيا آهن ۽ شاعر هڪ ضرورتمند وانگر جهول جهليو بيٺو آهي. ڪڏهن ائين بہ لڳندو ڄڻ بي شمار ۽ سهڻا سهڻا پکي اڏامي اچي شاعر جي اڳڻ تي ويهي رهيا آهن ۽ شاعر باقي هر خيال وساري انهن پکين کي ٽل سان پڪڙڻ لاءِ پنهنجي جهوليءَ مان جونر جي اَنَ جون لپُون پريندو، انهن جي آڏو اڇلائيندو وڃي ٿو تہ جيئن هو شعرن جا پکي جهلي، قلم سان ڪاغذ جي پيجري ۾

بند ڪري، شاعري جو ڇڙيا گهر تعمير ڪري سگهي. پر هڪ شاعر لاءِ اهو ممڪن نہ هوندو آهي تہ هو اهو سمورو فضل و ڪمال ميڙي وٺي. ڪوشش جي باوجود بہ شاعر نہ سڀ موتي ميڙي سگهي ٿو، نہ سڀ گل چونڊي سگهي ٿو ۽ نہ ئي سڀ پکي هٿ ڪري سگهي ٿو. تمام گهٽي ڪجهہ مان تمام ٿورو ڪجهہ شاعر حاصل ڪري سگهي ٿو. چو تہ ڏات جي برسات جو وسڪارو تيز هوندو آهي. جنهن کان شاعر بچي نہ سگهندو آهي. تاهم جيڪي ڪجهہ حاصل ٿيندو آهي، اهو الهامي هوندو آهي.

الهام جي نزول دوران شاعريءَ جي صورت ۾ سڀ ڪجهہ ٺهيل ٺڪيل ملندو آهي، جنهن ۾ پنهنجي طرفان ڪجهہ بہ ملائڻ جي ضرورت يا گنجائش نٿي رهي. شاعر صرف پيغمبر وانگر لکندو وڃي ٿو. دنيا جو بهترين ادب الهامي ڪيفيت ۾ ئي تخليق ٿيو آهي. هن ڪيفيت ۾ اهڙا اهڙا فن پارا تخليق ٿي ويندا آهن جو تخليقار پاڻ پنهنجي فن پارن تي حيران ٿي ويندو آهي. هن الهامي ڪيفيت جو وقت مقرر نہ هوندو آهي، ڪنهن تي ڪيترو وقت طاري رهي تہ ڪنهن تي ڪيترو وقت. هيءَ ڪيفيت طاري ٿيڻ وقت شاعر پاڻ ۾ هڪ زبردست شڪتي محسوس ڪندو آهي، پر جڏهن هلندي هلندي هيءَ ڪيفيت ختم ٿي ويندي آهي تہ شاعر مان الهامي شڪتي بہ ختم ٿي ويندي آهي ۽ پوءِ هو ڪنهن سائي جي مريض وانگر پاڻ ۾ ڏاڍي ڪمزوري محسوس ڪندو آهي ۽ اٿين ڍڪرجي ۽ ساٿو ٿي ويندو آهي، جيئن پهريات عورت پهرئين بار ڄڻڻ کان پوءِ ذري گهٽ غش ٿي ويندي آهي. هي اهو عالم هوندو آهي جڏهن شاعر آرام جي ضرورت محسوس ڪندو آهي ۽ سندس کان هڪ اکر بہ لکجي نہ سگهندو آهي. تازو مان بہ هڪ اهڙي ڪيفيت مان گذري چڪو آهيان، جيڪا گذريل هفتي سوا کان مون کي ڳاهہ وانگر ڳاهيندي رهي آهي. ڪمند ۽ سرنهن وانگر ڳهائي ۽ ڇيچڙي ۾ پيڙبندي رهي آهي ۽ ويندي ويندي سؤسوا غزلن جي گلن کي ڏات جي گلدان ۾ سجائي مون کي سوڪڙيءَ طور ڏئي وئي آهي. سؤ سوا سؤ غزل لکندي هچ ٿي ويو آهيان، جسم گهوٽيل ڀنگ وانگر ٿي ويو آهي. ڪمزوري ايتري جو لکڻ سان آڱرين ۾ ڳڏيڙيون پيون پون. قلم ڳورو پيو لڳي، پنو وڏو ٿيندو پيو وڃي. اٿين ڪٿي ڇنجي تہ اهو موڊ ۽ جذبو ئي نہ رهيو آهي. تنهنڪري هاڻي هڪ سٽ لکڻ بہ مون لاءِ مسئلو آهي ۽ جي زور مس تي ڪجهہ لکي بہ ويس تہ اهو وڻندو ڪونہ ـ سچو ڪوڙ پيو لڳندو ۽ اٿين پيو لڳندو ڄڻ منهنجو آهي ئي ڪونہ. اهڙي عالم ۾ پنهنجي طرفان ڪجهہ لکڻ، سو بہ پڙهڻ جهڙو، تہ في الحال منهنجي وس کان ٻاهر آهي.

وفا

جيتوڻيڪ مون پنهنجي شاعريءَ جي معرفت گهڻو ڪجهه چئي ڇڏيو آهي. تاهم مان اڃا گهڻو ڪجهه چوڻ گهران ٿو. چوڻ لاءِ مون وٽ تمام گهڻو ڪجهه پيو آهي، جيڪو منهنجي داخلي ۽ خارجي زندگيءَ سان گهرو تعلق رکي ٿو. منهنجي زندگيءَ جا ڪيتري پهلو آهن ۽ هر پهلو لکڻ جهڙو آهي. اهو لکڻ پڙهندڙن جو مون تي قرض رهيو. منهنجو واعدو آهي پڙهندڙن سان ته جيڪو ڪجهه مون کي لکڻو آهي، اهو سڀ ڪجهه لکي، پوءِ مرندس. هن ڪتاب ۾ مان صرف پنهنجي مجموعي زندگيءَ جو مختصر خاڪو پيش ڪري سگهندس.

ورهاڱي کان پوءِ 1948ع ۾ منهنجا وڏا شهر بنڊالہ ضلعي امرت سر ملڪ هندستان کان سڌا سنڌ ۾ آيا ۽ اچي ضلعي دادو تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي هڪ ڳوٺ گوزي ۾ آباد ٿيا. جيئن ته منهنجا وڏا ٻهراڙين ۾ رهندا هئا ۽ ان وقت اخبار، ريڊيو، ٽي وي ۽ ٽيليفون جي سهولت نه هئي، تنهنڪري انهن کي ان وقت خبر پئي ته هي ملڪ هاڻي انهن جو نه رهيو آهي ۽ انهن کي ڪنهن به صورت ۾ پاڪستان وڃڻو پوندو. ڦرلٽ ۽ قتل و غارت گري شروع ٿي چڪي هئي، هن قتل و غارت گري ۽ ڦرلٽ ۾ اسان جو تمام گهڻو جاني ۽ مالي نقصان ٿيو، جنهن ۾ منهنجا ٻه ماما، هڪ مامي ۽ نانو شهيد ڪيا ويا. منهنجي ڪنواري ماسيءَ کي سک اغوا ڪري ويا، جيڪا بعد ۾ ناپير ڪانپوءِ واپس پاڪستان موٽائي وئي. متحرڪ ۽ غير متحرڪ جائداد به سموري اتي ئي رهجي وئي. اسان صرف ٽن ڪپڙن ۾ پاڪستان پهتاسين. گوزي ۾ اچڻ کان پوءِ ان وقت جي گورنمينٽ اسان کي گوزي جي پرسان ناري جي ڪپ تي آزاد زمينون به ڏنيون ۽ رهڻ لاءِ گهر به ڏنا. جڏهن مان هندستان مان سنڌ ۾ آيس ته ان وقت مان صرف ڇئن سالن جو هوس. سال کن کان پوءِ مون کي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. گوزي ۾ اسڪول به سنڌي ٻارن سان ويندو هوس، مسجد ۾ قرآن پڙهڻ به سنڌي ٻارن سان ويندو هوس، ٻاراٽيون رانديون به سنڌي ٻارن سان، گليلي جي شڪار تي به سنڌي ٻارن سان ويندو هوس. خالص سنڌي ماحول ۽ سوسائٽي ۾ رهڻ جي ڪري ننڍپڻ کان ئي مون کي سنڌي ٻولي سکڻ جو مناسب موقعو ملي ويو. هلندي هلندي اوچتو ڪليمن جو دور شروع ٿيو — پر ان پڙهيل هجڻ جي ڪري اسان جي وڏن ڪليم ڪونه ڀرايا ۽ اهڙيءَ طرح ڪليمن پنهنجي ڪليمن جي رقم سان اسان جون زمينون خريد ڪري ورتيون ۽ گهر به. اسان هڪ دفعو وري مهاجر ٿي وياسين. شروع شروع ۾ بابا کي ٻه شاديون هيون، هڪ منهنجي سڳي ماءُ ڪرم النساء ۽ ٻي ماٽيلي ماءُ. ماٽيلي ماءُ هڪڙي ڏينهن گذاري وئي ۽ سڳي ماءُ ٻئي ڏينهن. گهر جو نظام درهم برهم ٿي ويو. ماني ٽڪر جي تڪليف به پيدا ٿي پئي. ڏهه پندرهن ڏينهن چاچي وارن اسان کي ماني ڪري ڏني. چاچا وارن جي گهران

ماني وغيره کڻڻ مان ويندو هوس. هڪ ڏينهن جڏهن مان ماني کڻڻ ويس ته ماني ڏيندي چاچيءَ مون کي چيو ته ابا مشتاق! پنهنجي پيءُ کي چئجانءِ ته اسان روز روز توهان جون مانيون پچائڻ جو ٺيڪو ناهي کنيو، مون کان ايترو خفو نٿو ٿئي. پنهنجو پيو بندوبست ڪري. مون گهر وڃي چاچيءَ وارا سيئي لفظ بابا کي ٻڌائي ڇڏيا. منهنجي پڦي چاچيءَ وارا الفاظ ٻڌي روئي پئي ۽ روئيندي روئيندي بابا سان مخاطب ٿيندي چيائين ته "ادا خيرات علي! هاڻي تنهنجو گوزي ۾ رهڻ جو ڪو به ڪم ڪونهي. زمينون به وبون گهر به ويو، ياجايون به هٿي گذاري ويون. پاڻي جو به اهو رويو آهي توسان. هاڻي هل ته توکي خيرپور ناٿن شاهه وٺي هلان. جيستائين تنهنجي شاديءَ جو ڪو بندوبست ٿئي، تيستائين هلي مون وٽ رهه." منهنجي پڦي خيرپور ناٿن شاهه ۾ رهندي هئي ۽ پنهنجي ٻنهي ياجاين جي وفات جو ٻڌي تيڻ آئي هئي. منهنجو ڏاڏو ۽ ڏاڏي اڳ ئي فوت ٿي چڪا هئا. پيڻ مون کي هئي ڪانه، تنهنڪري اسان جي ذاتي ڪٽنب مان صرف اسان ٽي ڄڻا وڃي رهيا هئاسين. هڪ بابا، ٻيو مان ۽ ٽيون منهنجو ننڍو ڀاءُ غلام عباس. آخرڪار امان وارن جي چهلم جي ختمي کان پوءِ اسان پڦي وارن سان گوزو ڇڏي خيرپور ناٿن شاهه هليا آياسين ۽ پڦيءَ جي گهر رهڻ لڳاسين. جتي اسان کي ڪپڙا به ڌوپجي ملندا هئا ۽ ماني به ٽي وقت تيار ملندي هئي. جنهن وقت اسان گوزو ڇڏيو هو، ان وقت مان ٻئي درجي ۾ پڙهندو هوس. خيرپور ناٿن شاهه ۾ لڏي اچڻ کان پوءِ به مون تعليم جاري رکي. بدقسمتيءَ سان ٽن چئن سالن کان پوءِ منهنجي پڦي به ٽي بي جي مرض ۾ گذاري وئي ۽ اسان هڪ دفعو وري رُلي وياسين. پڦيءَ جي وفات کان پوءِ اسان کي واري واري سان پاڙي وارا ماني ڪري ڏيندا هئا. ڪپڙا رات جو بابا ڌوئيندو هو ۽ ڏينهن جو محنت مزدوري ڪرڻ ويندو هو. هڪ ڏينهن ڇا ٿيو، جو اسان جي ڪنهن به ماني نه پچائي. شام جو جڏهن بابا آيو ۽ ان کي اها خبر پئي ته تمام گهڻو ڏک ٿيس. پاڻ ماني پچائڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر نه ڪري سگهيو. ڪڏهن مانيون ساڙي ڇڏيندو هو ته ڪڏهن ڪچي. هڪ رات بابا سڄي رات جاڳندو ۽ سوچيندو رهيو. صبح جو اسان ٻنهي ڀائرن کي سامهون ويهاري صلاح مشوري جي انداز ۾ چيائين ته 'ابا! اسان ڪيترو وقت لنگهڻ ڪاٽيندا سين ۽ پاڙي وارن کي منٿون ڪنداسين. توهان چئو ته مان ٻي شادي ڪري وٺان.' اسان ٻنهي ڀائرن ڪٿي ها ڪئي.

خيرپور ۾ ساڳي گهٽيءَ ۾ اسانجي قوم جي هڪ عورت رهندي هئي، جنهن کي چار نياڻيون هيون. چئن ڌيئرن مان ٻن جون شاديون ڪرائي ڇڏيون هئائين، ٻه اجا ڪنواريون هيس. ماني ڪونيٽا مان لُنڊيَ جون پڙيون ۽ ڪوٽ آٽي خيرپور ۾ کپائيندي هئي. ٽي چار هندن جون

جايون بہ قبضي ۾ ڪيون ويٺي هئي. هڪ ڏينهن ان عورت جي بابا سان ملاقات ٿي ۽ آخر ان جي وڏي ڌيءُ سان بابي جي شادي ٿي وئي. شاديءَ کان پوءِ اسان بابا جي سس جي گهر ۾ رهڻ لڳاسين. پشتو ۾ چوندا آهن تہ ماءُ جي مرڻ سان اڌ پيءُ بہ مري ٿو وڃي ۽ جي پيءُ ٻي شادي ڪري ورتي تہ سمجهو ماءُ پيءُ ٻئي مري ويا. شاديءَ کان پوءِ بابا اسان تان گهربل توجهہ هٽائي ويو ۽ اسان ٻئي ڀائر ماٽيل ڀٽي جي چڪيءَ ۾ ان ڪڻ وانگر ڏريا ۽ پيسبا رهياسين. جڏهن مان نائين درجي ۾ آيس تہ توقع جي خلاف ۽ غير ارادي طور منهنجي ماٽيلي ماءُ جي ننڍي ڀيڻ سان منهنجي شادي ڪرائي وئي. هم خيال ۽ معقول نہ هجڻ ڪري، منهنجي گهر واري ۽ مان سڄي عمر ڪونہ نهياسين. منهنجي شاعريءَ جو ابتدائي سال بہ منهنجي شاديءَ وارو سال ئي يعني: 1963ع آهي. هي اهو دور هو جڏهن سنڌي اڙدو گڏيل مشاعرا ٿيندا هئا، ۽ شهر ۾ بہ ادبي بزمون ڪم ڪنديون هيون: هڪڙي بزم طالب المولىٰ ۽ ٻي بزم طالب. مان بزم طالب سان وابستہ هيس، جو منهنجي شاعريءَ ۾ استاد محسن ڪڪڙائي صاحب، آثم، وقار ۽ راز ناٿن شاهي جي وابستگي بہ هن بزم سان هئي. محسن صاحب مون کي سنڌي ۽ اردو جا سمورا مشهور ڪتاب پڙهايا ۽ پاڻ سان مشاعرن ۾ بہ وٺي ويندو هو. خيرپور ناٿن شاهہ ۾ ٿيندڙ مشاعرن ۾ مان اڪيلو غير سنڌي هوندو هوس، جيڪو سنڌيءَ ۾ شاعري پڙهندو هوس.

1964ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيم. ساڳئي سال منهنجو وڏو پٽ سڪندر ڄائو ۽ منهنجي ماٽيلي ماءُ آهي لفظ چئي مون کي جدا ڪري ڇڏيو تہ "ٻار ڄڻڻ جي لاءِ تيار آهين پر ڪارائڻ لاءِ تيار ناهين. اڄ کان وٺي تون جدا آهين." منهنجو دلي شوق هو تہ مان ڊاڪٽر، وڪيل يا پروفيسر ٿيان، پر حالتن جي ڪري مون کي مئٽرڪ کان پوءِ يڪدم جانورن جي پالنا واري کاتي ۾ هڪ سال جو هنگامي ڪورس ڪرڻو پيو. سال ڪن مان مالي پريشانيءَ جو بريءَ طرح شڪار رهيس. اهڙيءَ طرح پريشان حاليءَ ۾ هڪ ڪورس پاس ڪري ويس ۽ 1966ع ۾ نوڪريءَ جو آرڊر مليو ويو. نوڪري دوران پرائيويٽ طور تعليم جاري رکيم ۽ پوليٽيڪل سائنس ۾ ايم. اي ڪري ورتم.

پنهنجي شاعريءَ متعلق مان ٿورن لفظن ۾ هيئن چوندس تہ منهنجي سموري شاعري ارضي آهي، آفاقي نہ. فرشي آهي عرشي نہ، ڌرتي لاءِ آهي آسمان لاءِ نہ. ماڻهن لاءِ آهي فرشتن لاءِ نہ. آسمان مان مون صرف ڪائنات جي ڇت جو ڪم ورتو آهي، تنهن کان سواءِ خدا بہ ڌرتيءَ تي ۽ انسان بہ ڌرتيءَ تي. مون کي مٽي نهارڻ جي کهڙي ضرورت آهي. منهنجي سڄي

شاعري هڪ مسلسل جذباتي اٿل، ذميدار، سنجيده، پرخلوص ۽ بي لوث تحريڪ آهي؛ ظلم منافقي، نفرت، جنگ، ناانصافي، غلامي، ڪفر، ڪوڙ، ان برابري، دولت، طاقت جي غلط استعمال، عالمي آمريت خلاف ۽ مظلوميت، غربت، امن، انصاف، ڀائيچاري، محبت، دوستي، آزادي، خودمختياري، اظهار خيال، چڱائي، سچ، احساس، وفاداري، خودداري ۽ انسان ذات جي حق ۾. گهڻو ڪري جڏهن به ڪو هڪڙي زبان وارو ٻيءَ زبان ۾ لکندو آهي يعني؛ پنهنجي مادري زبان ٻي هوندي اٿس پر هو لکندو ٻي زبان ۾ آهي، جيڪا هن جي مادري زبان نه هوندي آهي ته هو سوچيندو پنهنجي زبان ۾ آهي ۽ لکندو ٻي زبان ۾ آهي. يعني؛ صرف زبان ٻي هوندي آهي باقي ان جو سمورو مواد (جنهن ۾ سڀ ڪجهه اچي وڃي ٿو) سندس مادري زبان وارو هوندو آهي ـ جنهن جي پٺيان هن جي زبان ۽ قوم جو سمورو پس منظر نظر ايندو آهي. مون اهڙين نه ڪيو آهي ته سوچيان پنجابي زبان ۾ ۽ لکان سنڌي زبان ۾، مون سوچيو به سنڌي زبان ۾ آهي، ته لکيو به سنڌي زبان ۾ آهي. مون پنهنجي سنڌي شاعريءَ کي سڀ ڪجهه سنڌي ڏنو آهي. زبان به سنڌي ته بيان به سنڌي. مان سنڌي زبان جو شايد پهريون بدنصيب شاعر آهيان جنهن جو اڃا تائين هن کان اڳ فقط هڪ مجموعو شايع ٿيو آهي، جڏهن ته مان 1963ع کان شاعري ڪري رهيو آهيان ۽ مون وٽ ويهن پنجويهن مجموعن جيتري شاعري موجود آهي. ننڍڙي نوڪريءَ جي مختصر پگهار مان پنهنجو پيٽ به پالي نٿو سگهان. منهنجي موجوده مالي حالت اها آهي جو هن ڌرتيءَ تي منهنجو ڪو ذاتي گهر به ڪونهي. تنهن کان سواءِ پنجن ستن بيمارين جو بري طرح شڪار آهيان، پر علاج جون سهولتون نه هجڻ ڪري ڏينهون ڏينهن اسن ۾ برف ۽ پاڻيءَ ۾ لوڻ وانگر ڳرندو پيو وڃان. 'وفا' جو مهاڳ نصير مرزا صاحب لکڻ فرمايو آهي، جيڪو منهنجي لاءِ هڪ اعزاز جي حيثيت رکي ٿو. منهنجي هي ديرينه خواهش هئي ته گهڻ ۾ گهٽ منهنجي هڪ شعري مجموعي جو مهاڳ نصير مرزا صاحب لکي. مرزا صاحب کي سٺن مهاڳن لکڻ جو ڏانءُ به آهي ۽ ڏات به. سندس نظم به خوبصورت آهي ۽ نثر به. ذاتي طور تي نصير صاحب هڪ مکڻ ماڻهو آهي، صفا امن پسند، گهڻ ۽ نرم ڳالهائيندو. ٿورن لفظن ۾ اهڙين ڪٺي چنجي ته وفا جي تياريءَ سان تعلق رکندڙ هر قسم جي محنت ۽ جفا ڪشي نصير مرزا صاحب ۽ اسحاق سميجي صاحب ڪئي آهي، مان صرف ٽريل پٽ تي آيو آهيان.


وفا ناٿن شاهي

گهر نمبر 8 مسلم اوڊ راجپوت ڪالوني،
لطيف آباد نمبر ـ 6
حيدرآباد

( )

نہ فرض پالي سگھان ٿو، نہ پيار ساهيڙي!
ٻُڌاء اهڙي جيئڻ مان مراد ڇاهي ڙي!

نہ مُون کي ندني سجاتو، نہ توکي مون سانئڻ!
اسان ٻنهيء جي بصيرت تي حيف آهي ڙي!

مجان تو تنهنجي مُحبت بہ زندگي آهي،
مون کي اصول جي سُوريء تان کير لاهي ڙي!

ٻَڌي کفن ۾ کٽي ويو هزار ڏُک تنهنجا،
تتي ـ ٿڌيء ۾ ويو توسان جو نباهي ڙي!

ڌهي پئي آن نہ ڇو هاڻ پنهنجي قسمت کي،
نئين سنئين کان وري کير توکي ناهي ڙي!

هُو تنهنجا ٿورا نہ لاهي سگهيو نہ ڳائيندو،
وفا غريب سهي، بي ضمير ناهي ڙي!

★★

جسم ٻُورو، لباس ڪاري ۾،
برف باري نہ ڪر سياري ۾.

مون اکين ۾ پني تلاش ڪيا،
لُڙڪ بنا ها تُنهنجي چاري ۾.

ڪو سدا مند پني ۽ ڪو پاڻي،
فرق آ عيش ۽ گذاري ۾.

چند ساهن جي ڪشمڪش آهي،
جي پُڇو زندگيءَ جي باري ۾.

چند مُنهنڙو متي ويو آهي،
پيو جنان زلف جي انڌاري ۾.

بار مان يار جو سُراغ مليو،
چند جو سوجهرو ستاري ۾.

هڪ ئي ڌرتي، جو ٿوهر ۽ گدرو،
فرق ٻج جو مٺي ۽ کاري ۾.

ڪيستائين پري پري رهندين،
نيٺ ايندين اسان جي واري ۾.

صرف چاهت جو حق بحال هُجي،
فرق ناهي اڇي ۽ ڪاري ۾.

وَصل ۽ هجر ٻئي ڏٺم جانچي،
فرق آ ڪُن ۽ ڪنارْي ۾.

حُسن عالم سان تنهنجي ڀيٽ ڪيم،
فرق جيئن چنڊ ۽ ستاري ۾.

جي اکين جي شعور سان ڏسجي،
دلڪشي آهه هر نظارِي ۾.

ڪون سمجهي سگهيو زبان وفا،
سوَ اشارا ها هڪ اشاري ۾.

★★

( )

وٺين جڏهن ڪان پير پائي باغ ۾.
باغ پيو پاسا ورائي باغ ۾.

رنگ ۽ خوشبوءِ جي پويان رُلي،
پاڻ کي وينس وڃائي باغ ۾.

شهر تنهنجي ۾ ائين منهنجو وجود،
جيئن ڪو مالهي پرائي باغ ۾.

تنهنجي واعدن سان ڪڇريون ٿو ڪيان،
آس جي چادر وڇائي باغ ۾.

تون بہ وٺين گُل پي ويا، هاڻي مَنا!
ڪير وينو ڏوڙ پائي باغ ۾.

بند اکيون موسمِ گُل جون وفا!
ڪو پيو ڪپڙا مٽائي باغ ۾.

★★

عشق رُسوا ڪري ڇڏيو آهي،
حُسن پسپا ڪري ڇڏيو آهي.

جڳ سان اڳ م ني اختلاف هُنا،
تو بہ تنها ڪري ڇڏيو آهي.

تنهنجي ۽ منهنجي پيار جو احوال،
وقت هر جا ڪري ڇڏيو آهي.

تُون پري، جڳ پري، حيات پري،
هِجر ڇا ڇا ڪري ڇڏيو آهي.

تُنهنجي نيڻن جي پيڙين لئه مون،
دل کي دريا ڪري ڇڏيو آهي.

منهنجو ’محبوب‘ هو - وفا! جنهن کي،
شهر ’دُنيا‘ ڪري ڇڏيو آهي.

حُسن تنها ڪري ڇڏيو آهي،
عشق رُسوا ڪري ڇڏيو آهي.

وصل ڀي ناهه ’هاڻ دل جو علاج،
هِجر پسپا ڪري ڇڏيو آهي.

تو ڪيو زُلف کي گهٽا ۽ مون،
مَن کي صحرا ڪري ڇڏيو آهي.

حسن وارن ۾ ’تنهنجي حسن جي هُل،
حشر برپا ڪري ڇڏيو آهي.

توسان ئي ٿو جيئڻ مرڻ چاهيان،
تو الئه ڇا ڪري ڇڏيو آهي.

هجر صحرا ڪري ڇڏيو هو وفا!
وَصل دريا ڪري ڇڏيو آهي.

★★

( )

مونکي ڏيئي طويل تنهايون،
ويو هليو گهر، وچائي شهنايون.

تجربو تجربو گواهي آ،
عاشقيءَ جو حصول رُسوايون.

سارو عالم رُنل رُنل آهي،
کنهن سان پرچون ۽ کنهن کي پرچايون؟

هڪ نہ ٻئي جي ضرور لڄ رکندو،
دوستو! گڏجي هن کي سمجهايون.

جنهن جي پرچڻ جو شرط موت هجي،
اهڙي ظالم کي ڪيئن پرچايون؟

مون مُحبت سان جنهن جا پير جهليا،
ويو هليو نفرتن سان ٺُڪرايون.

حُسن دولت جي ڇيڇڙي ۾ وفا!
فاقہ ڪش حسرتن جون پسپايون.

★★

( )

نوجوانيءَ جي ملاقات وفا! سانوڻ ۾!
حُسن عالم تي لڳي رات وفا! سانوڻ ۾!

غُسل خاني مان جو نڪتو تہ مونکي ايئن لڳو،
جيئن نظر ايندي آ پرڀات، وفا! سانوڻ ۾!

باقي دنيا جو ڪوئي شخص هُجي يا نہ هُجي،
پر هُجان مان ۽ سندس ذات وفا! سانوڻ ۾!

هار ۽ جيت جو احساس ۽ تنهنجون مُرڪون،
منهنجي لڙڪن کي نہ ڏي مات وفا! سانوڻ ۾!

سج ۽ چنڊ جي اک ٻوٽ سندي منظر ۾،
نہ ليپي ڏينهن، نڪا رات وفا! سانوڻ ۾!

جيئن پيغامبر وقت مٿان ٿئي ٿو نزول،
ٿي وسي شعر جي تيئن ڏات وفا! سانوڻ ۾!

تُون بہ ٿر جهڙو بدن آلو ڪري وڻ چربا!
ٿي ٿئي مينهن جي خيرات وفا! سانوڻ ۾!

★★

ويو ملي، عاشقي فضول نہ وئي،
حُسن جي بندگي فضول نہ وئي.

هر طرح جو مشاهدو ٿي ويو،
مُنهنجي آوارگي فضول نہ وئي.

پيار تان وارجي وڃڻ وارا!
شُڪر ڪر خودڪشي فضول نہ وئي.

زُلف ، رُخسار جو شعور مليو،
تيرگي، روشني فضول نہ وئي.

مونکي پنهنجو ڪري وئي آهي،
اجنبي ڇوڪري فضول نہ وئي.

ڪُجھہ نرالا مشاهدا ٿي ويا،
دوستي، دُشمني فضول نہ وئي.

ڪوڙ ڏاڍو ٿيو ذليل وفا!
سچ جي دوستي فضول نہ وئي.

★★

( )

ڳوڙهو ڳوڙهو رولي رو!
دِل دريا ڇاڇولي رو!

لُڙڪن جو ٽئي ڪو تہ ڏٽي،
ڪو دل وارو ڳولي رو!

يار ويو هر مُند مَٽي،
هاڻي 'ساوڻ' جهولي رو!

ماٺهو سمجهن مُرڪي پيو،
جڳ ۾ اهڙي رولي رو!

ماضيءَ جي اونداهيءَ مان،
يادون ڳولي ڳولي رو!

ڪر آزاد اُميدن کي،
سُڏڪيندڙ! دل کولي رو!

آہ ڪٿي مُشتاق وفا!
پوءِ بہ قيمت ٻولي رو!

★★

جيستائين هُو سلامت رهندي،
منهنجي جيون جي علامت رهندي.

جيڪڏهن طالبِ دولت رهندي،
پيار جي حق ۾ خيانت رهندي.

مونکي ڇاتيءَ تي ڪُڏائڻ وارا!
توسان تا حشر محبت رهندي.

حُسن جو ظُلم، جوانيءَ جو ستم،
ڪيتري تائين قيامت رهندي.

پيار جنهن سان نہ ڪرين، روح سان ڪر،
ورنہ مايوس حقيقت رهندي.

هڪ جو دامن نہ جهليندي جيسين،
ڪا عبادت نہ عبادت رهندي.

زور ۽ زر جو رهيو دم جيسين،
ڪنهن جي عصمت ۽ نہ عزت رهندي.

هوش ۾ جيسين اچي محترمہ،
منهنجي ڪمري ۾ امانت رهندي.

★★



اک جي رستي تان کٽي ڇڏ مونکي،
دل جي بندوق هٽي ڇڏ مونکي.

ڇو ٿو ٺڪرائين ننڍڙڪن وانگر،
ڪنهن جي ڏڻ سان تہ ڏٽي! ڇڏ مونکي.

پيار جا پنڌ، جبل جون چاڙهيون،
آهہ تڪليف گهٽي، ڇڏ مونکي.

فصل گُل تائين رهي، جا آئي،
ويٺي ٻن ڇڻ ۾ ڇٽي، ڇڏ مونکي.

ڪهڙ نہ ڇڏ، آءُ رُڃن جو راهي،
ڄا ڪنڊس، هڪڙي ڇٽي، ڇڏ مونکي.

مُونکي پيشاني تي لائڻ ڏي وفا!
پنهنجي پيرن جي پٽي، ڇڏ مونکي.

★★

بستر گول ڪري ويو آهين،
خالي جهول ڪري ويو آهين.

ڪو بہ نہ تنهنجو، ڪو بہ نہ منهنجو،
چيا ماحول ڪري ويو آهين.

اک اک جو در ڪڙڪايان پيو،
دلِ ڪشڪول ڪري ويو آهين.

ٿهر پوئي شل، مونکان بدظن،
مُنهنجو ڊول ڪري ويو آهين.

ڪو بہ خريدي ڪونہ سگهي ٿو،
جڻ انمول ڪري ويو آهين.

گڏ جيئنداسين، گڏ مرنداسين،
جيئن مخول ڪري ويو آهين.

شُڪر گذار آهيان جو وچڙي،
عادت رول ڪري ويو آهين.

★★

( )

وقت مُرشد لڳو، مُريد لڳو،
باقي هر فلسفو شهيد لڳو.

ڪُوڙ هر دؤر ۾ قديم رهيو،
سچ هر دؤر ۾ جديد لڳو.

عمر گذري وئي حُسين جيان،
جو مٺي ۾ لڳو يزيد لڳو.

مان ته انسان هان - وڇوڙي ۾،
خود خدا آهه آبديد لڳو.

خود پريشان آهه تير انداز،
تير اهڙو سندس شديد لڳو.

لُڙڪ ۽ مُرڪ کي جڏهن توريم،
غم خوشي، ڪان وفا! مزيد لڳو.

★★

قتل ۽ غارت ڪري - مري وياسين،
ڪربلا ڏي وري - مري وياسين.

هر طرف مشڪلات جا دريا،
۽ اسان سڀ تري - مري وياسين.

ناخدا آيا، دستگير آيا،
پر نه ٻيڙي تري - مري وياسين.

ڪو ڪٿي ٿو نه ڪو ڪٿائي ٿو،
زندگيءَ جي پري - مري وياسين.

يار! ٿورو چون - گهڻو سمجهڻ،
جيئن حُور ۽ پري - مري وياسين.

چُغلخورن جو آهه وارو وفا!
بند ٿي وئي دري - مري وياسين.

★★

ڪندن ڏي لاڙا پير ٿي!
ٿورا ڏھاڙا پير ٿي!

رستن مٿان ڪاوا اُڀا،
سنهڃا اُکهاڙا پير ٿي!

ڌرتي، تي ٿهريون ٿير ٽون،
ڪِڏا ڪُرارا پير ٿي!

ظالم اڙي! قاتل اڙي!
ڪانيون، ڳُهاڙا پير ٿي!

ڦريل ڇيو ڏاڙيل ڪي،
دل چور، ڏاڙا پير ٿي!

ڇو دل ٿئي دشت ڪربلا،
ڇو روح راڙا پير ٿي!

ڪنهن کي تلاشن ٿو وفا!
ڪهنيون ء پاڙا پير ٿي!

★★

برسي پئي برسات، وڃين ٿي ڪاڏي!
حيرت ۾ اڌ رات، وڃين ٿي ڪاڏي!

رُوپ جو ناهي ديس، گهُمي ڏس دنيا،
پيار جي ناهي ذات، وڃين ٿي ڪاڏي!

تنهائي، ويچار، انڌيرا، ڳٽيون،
اي منهنجي پريات! وڃين ٿي ڪاڏي!

اُڇليا مون هٿيار، هلي آ هاڻي،
ٿي وئي منهنجي مات، وڃين ٿي ڪاڏي!

رت جا رشتا ڪُوڙ نه هوندا آهن،
ٿي منهنجي ماسات، وڃين ٿي ڪاڏي!

حُسن جي دروازي تي بيٺل سائل،
پيار گهري خيرات، وڃين ٿي ڪاڏي!

تو نه ڇيو هو "تنهنجي تنهنجي اهيان"
هي، ڪنهن جي بارات؟ وڃين ٿي ڪاڏي؟

ذات سوا فنڪار وفا اڻ پُورو،
تون اڻ منهنجي ذات، وڃين ٿي ڪاڏي!

★★

اينئن نينئن جون نهارون پهتيون،
جيئن زخمن کي چمارون پهتيون.

وٺي هلي رسم جو ونواهه پڇي،
پيار جون تند تنوارون پهتيون.

عشق سنگرام ۾ بوڙهو ٿي ويو،
نه ئي جسون ۽ نه هارون پهتيون.

ڪنهن جي مرڪن کي ورائڻ خاطر،
منهنجي گوڙهن جون قطارون پهتيون.

ڏر رماڻي جي چڙهي ويو شايد،
جنهن کي قاصد نه پڪارون پهتيون.

جنهن نه ڪم جو نه رهيو دل جو جس،
نه خزائون، نه بهارون پهتيون.

هو، جو وچڙي نه، وفا سان گولن،
ساريون راهگذارون پهتيون.

★★

( )

ڪڏهن نانگڻ جان نس نس کي ڪکي ٿي،
ڪڏهن ڏنگڻ تي منُ جان چپ رکي ٿي.

پريل آهن سندس نس نس ۾ تاندا،
سياري ۾ اونهاري جان ٻکي ٿي.

تجاهل عارفانه ۾ رهي ٿي،
اهو پرکڻ لاءِ هر ميوو چکي ٿي.

اڄوڪي شب، شب معراج هوندي،
هتن پيرن کي هو مينديون مکي ٿي!

★ ★

رات ڏسجي ٿي وهامڻ واري،
ء ٻري آهي اُڏامڻ واري.

مي، جا چڪلي ۾ نچي ٿي آقا!
ڏي؛ ٿئي تنهنجي غلامڻ واري.

رک پتنگن جي اُڏامڻ واري.
حُسن جي شمع اُجهامڻ واري.

هن ملاقات ۾ محسوس ٿيو،
مهلقا آهه وڃامڻ واري.

ٻج وفائن جا ڪٿي نوٽ صنم!
عاشقي آهه وڪامڻ واري.

تجربو آهي، ٿئي ٿي سڪڻي،
هر ڪُني، سرس اُيامڻ واري.

عشق منهنجو آ نهائين جهڙو،
هُوء پچرڻ ۽ نہ ڪامڻ واري.

آتش هجر مٿان رو نہ وفا!
ناهہ لڙڪن سان وسامڻ واري.

★★

مُرڪ سنجيدگيءَ ۾ ڍلجي وئي،
وصل مان اصل ۾ بدلجي وئي.

جيئن شريانين ۾ سُرخ لهُو،
منهنجي نس نس ۾ اُيئن رلجي وئي.

ميت جان، تيل جان ۽ صابڻ جان،
منهنجي ساري بدن ۾ ملجي وئي.

حق ني اَهه ، حق تي رهندي،
توڙي سنجي وئي، توڙي ڪلجي وئي.

هڪڙو اهڙو سفر ۾ موڙ آيو،
راهه ۾ راهه جان بدلجي وئي.

روز ڪٺندي هئي قسم ڪُوڙا،
ڪالهه رنگيل هٿن سان جهلجي وئي.

مون نڌهن مُسڪرايو ڪونه وفا!
منهنجي لُڙڪن سان ني ٻهلجي وئي.

★★

مُعطر پسينا!
گُلن جا مهينا!

نہ ناڱن نہ جوڳن،
پريشان بينا!

سر دست دليون،
سر دوش سينا!

نہ جلوا، نہ مُوسيٰ،
سر طور سينا!

مان ڪشڪول خالي،
تون ان ڪُٽ خزينا!

خدا جي سهاري،
اسان جا سفينا!

سدا سر تريءَ تي،
ڪٽن جا قرينا!

وفا! سخت مُشڪل،
محبت جا زينا!

★★

جُدائيءَ ۾ ڳري ويندا سين شايد،
رُسي ويو آن، مري ويندا سين شايد.

مزارن ۾ رکيل ڏيئن جان پيارا!
اکيلا ئي ٻري ويندا سين شايد.

رهيو جي پيٽ جو پٽڪو سلامت،
ته جو ابو، چري ويندا سين شايد.

نوان سڀ بيوفا ٿيندا وڃن ٿا،
براٽن وٽ وري ويندا سين شايد.

جي تو ڪردار سُهڻيءَ جو نڀايو،
ته هر دريا تري ويندا سين شايد.

اچي وڃاسين وفا! جاهل هتي ۾،
سڀني بدران ڪري ويندا سين شايد.

★★

تون ۽ مونسان پيار ڪندين، هل ڪُوڙا،
گهور سچو سنسار ڪندين، هل ڪُوڙا.

سيني کي نڪرائيندين، مون خاطر!؟
رنجيده هر يار ڪندين، هل ڪُوڙا.

سڀ ڪجهه گهوري سر جو سانگو لاهي،
چاهت جو اقرار ڪندين، هل ڪوڙا.

مون سان گڏجي، مظلومن جي خق ۾،
هر ظالم تي وار ڪندين، هل ڪُوڙا.

عيسيٰ ۽ منصور جان، سچ جي خاطر،
يار! ادا ڪردار ڪندين، هل ڪُوڙا.

ڪيئن ڪندين آباد وفا جو جيون،
پن - چن کي گلزار ڪندين، هل ڪُوڙا.

★★

( )

سنهيون آڱريون ۽ ڇلا موڪرا،
پريشان سڀ ڇوڪريون ڇوڪرا.

بهارن ۾ رنگين بدن مالهڻيون،
گلن جا ڪنيون ٿيون وتن ٽوڪرا.

وڃي ونئي وِنواهہ ۾ ڏوڪري،
ٻلو ڪر ڪو پنهنجو ٻيو ڏوِڪرا!

رهڻ راز ڪي راز ڏيندا ڪٿي،
اِهي وات ڳاڙها ۽ مُنهن موڪرا.

ڇڏي پيار، افسوس جي ڳالهہ آ،
سياست ۾ ڪاهي ٻيا ڇوڪرا.

جدائي ۾ چوليون ڊريون ٿي ويون،
وڇوڙن ۾ ٿي ويا ڇلا موڪرا.

★★

( )

اکين ۾ آکيرا تنهنجا!
دِل ۾ رين بسيرا تنهنجا!

مان شهري هلچل ۾ قاتل،
واهڻ ۾ واهيرا تنهنجا!

ڪوڙڪيون ۽ دام گواهي،
هر ديري ۾ پيرا تنهنجا.

مون لئہ ايندي نيٺ قيامت،
ٿيندا نيٺ نبيرا تنهنجا!

سُوريءَ تي پي هوڏ نسلامت،
آهن پاڳ پليرا تنهنجا!

ڪيئن وفا بچندو ڏنگجڻ کان،
جُملي سپ، سپيرا تنهنجا!

★★

سندس چهرو ڏئي جي لاٽ وانگر،
مقدر منهنجو اُونده ٻاٽ وانگر.

تڏهن هر دگ ۾ آهن پير منهنجا،
لڳي هر واٽ تنهنجي واٽ وانگر.

نظر تيز ۽ تکي تلوار کان پي،
لڳي ٿي هر نظر جي ڪاٽ وانگر.

منٺو ميلاپ ٿئي ٿو قند جهڙو،
وڇوڙو آهه چهرو چاڙ وانگر.

چپن کان پوءِ آڱريون چٽيان پيو،
لڳي چوري لذيذه چاٽ وانگر.

وفا! قوس قزح ساڻون ۾ ٿي ويو،
بدن جنهن جو هو برقي شاٽ وانگر.

★★

بخمل، اطلس، ريشم، پَٽ!
تنهنجي بُت جو مُور نہ مَٽ!

وکر ناهي دل چرياڻ!
پاڳل! پيار نہ آهي هَٽ!

ريڙهو - روُح رهاڻ - گهٽي،
ڏاڙهون، صوف، ترازي وَٽ!

الفت ۾ استاد، مگر،
لِکڻ پڙهڻ ۾ ڪورو جَٽ!

ورنہ، ويندي ڳالهہ وڌي،
ٻَڌو چگو آ، جَٽ ۽ ڦَٽ!

ميلي ۾ ها مرد ويل،
مونکي ڪالهہ لڳي ويو جَهٽ!

آزاديء جو گهوٽ وفا!
مُنهن تي موڙ، ڪڇيء ۾ ڪَٽ!

★★

( )

اڳياڙي، پوياڙيءَ جو،
جيون ڏک کهاڙيءَ جو.

آهي وقت پڇاڙيءَ جو،
نقشو اُجڙيل واڙيءَ جو.

دل جي ڌرتي صدمن سان،
ڪڇا دڪ پوياڙيءَ جو.

ون ون ويو ويران ڪري،
ڪڙڪو تنهنجي ناڙيءَ جو.

ٻُت منهنجي احساس ڏکيو،
هڪڙي انگ اُگهاڙي، جو.

حيرت حُسن جواني، کي،
جوڀن هڪ ڪُراڙيءَ جو.

دل تي اک جو وار ٿيو،
جر تي ڦٽڪن آڙيءَ جو.

پيار ٻڌايو راڻي کي،
رستو مومل ماڙيءَ جو.

مان وڻ جو ڦهلاءُ وفا!
تون ڀاڪر ٻي ڀاڙيءَ جو.

★★

شهد وانگر ڳڙي پيو ڪوئي،
مُنهن تان مکيون تڙي پيو ڪوئي.

گرم چاتين جي سرڪشيءَ جو قسم،
بُت ۾ ڪوڪا جڙي پيو ڪوئي.

تنهنجي واعدن جي سرد شامن ۾،
سِج وانگر سڙي پيو ڪوئي.

لاٽ وانگر ٻري پيو ڪوئي،
وَٽ وانگر سڙي پيو ڪوئي.

ڊيل هٿ ۾ ڏسي شڪاريءَ ڪي،
مور ٻن ۾ رڙي پيو ڪوئي.

ائين سُڪائي ٿو پنهنجا وار چنڊي،
جيئن نه مُونکي ڪڙي پيو ڪوئي.

جهلَ جي اُس ۾، پنهنجي مُنهن وينو،
برف وانگر گهڙي پيو ڪوئي.

هنڌ تي ڪلهه وڇائي وار وفا!
اڄ تڏي تان تڙي پيو ڪوئي.

★★

جو وهي!
سو لهي!

جو هلي،
سو رهي!

چرک جان،
پيو ٿهي!

آســــرا -
شل نهي!

جيئن چڙهي،
تيئن ڍهي!

ڪک پي،
لک لهي!

ڪو ڪَري،
ڪو سهي!

هڙ وڃي،
هُوءِ رهي!

★★

آخر نچندي ڳائيندي!
ڪيسين پيار لڪائيندي!

جيئندي ڪيئن زماني ۾،
سڀ کي جي ٺڪرائيندي!

روز ملي چانڊوڪين ۾،
پڪ مونکي مارائيندي!

اڄ ڪاريهر رقص ڪندو،
جوڳڻ بين وڄائيندي!

صرف بدن جو پيار ڪندي،
دل کي ڪونه ستائيندي!

رات ڏياري آ راڌا!
مونکي ڪير جلائيندي!

رسو وٺي ٿوڙائي جا،
مُشڪل واڳ ورائيندي!

تو مون جهڙا ڪوڙ وفا!
روز وٽي ڦاسائيندي!

★★

ڪٿ جيئڻ، ڪٿ مرڻ ڪونہ آيو،
پيار ڪنهن کي ڪرڻ ڪونہ آيو.

ڪنهن کي اڳتي وڌڻ ڪونہ آيو،
ڪنهن کي پُٺتي ورڻ ڪونہ آيو.

بي حسابيون گهڙوليون پربون سين،
موهہ جو مٽ ڀرڻ ڪونہ آيو.

پاڻي پاڻي تريو هان، ٻُڏو هان،
پر سُڪيءَ تي ترڻ ڪونہ آيو.

حُسن پاڻي ۽ لوڻ عشق آهي،
عاشقن کي ڳرڻ ڪونہ آيو.

جهُڙ جي ڇم ڇم سرابن ۾ ٿي وئي،
پر اجايل هرڻ ڪونہ آيو.

صرف چُمين تي هيري چڏيو مون،
پاڪرن ۾ ڀرڻ ڪونہ آيو.

صرف نعرا هنيا سُون وفا جا،
سر اڏيءَ تي ڌرڻ ڪونہ آيو.

★★

( )

يا مونسان پيار ڪرڻ جو نہ اهتمام ڪجانء،
ڪرين تہ روز ملڻ جو بہ انتظام ڪجانء.

سڀني جهان کي آزاديون عزيز آهن،
نڪي غلام ٿجانء ۽ نہ ڪو غلام ڪجانء.

عجيب قسم جو انداز ۽ ادا ٿو رکين،
وري نهار اڳي جان، وري سلام ڪجانء.

سدائين پيار، محبت جو احترام ڪجانء،
نہ ڪنهن بہ شخص سان نفرت زده ڪلام ڪجانء.

ٿئي جي آدم و حوا سان خون جو رشتو،
خلوص، اُنس ۽ انسانيت ۾ نام ڪجانء.

جي پنهنجي عشق جو پرچم بُلند رکنو ٿئي،
وفا! سدائين حسينن جو احترام ڪجانء.

★★

ڪي مُصور جي خيالن وانگر،
ڪي شرابن جي پيالن وانگر.

ڪي جوابن ۽ سوالن وانگر،
ڪي حوالن ۽ مثالن وانگر.

زُلف ۽ رُخسار لڳن ٿا مونکي،
مِسِ! اندھيرن ۽ اُجالن وانگر.

تنھنجا سڀ تُھڪ تعارف جھڙا،
منھنجا سڀ لُڙڪ حوالن وانگر.

تنھنجي وچڙن جي نتيجي جو قسم،
زيست دورن ۾ پلالن وانگر.

ڏن جي اُوندھ ۾ وفا! ڳُم ٿي وبو،
ھو محبت جي اُجالن وانگر.

★★

ارشاد لڳي ڇوري، تعميل لڳي ڇوري،
عورت جي تصور جي تڪميل لڳي ڇوري.

شب رنگ لباسيءَ مان نڪتو جو بدن پُورو،
پُرنور لڳو ڪمرو، قنديل لڳي ڇوري.

ظاهر ۾ حسين آهي، باطن ۾ ذهين آهي،
وئي منهنجي طبيعت تي جن سيل لڳي ڇوري.

غيرن سان ڏسي نچندي، ڪلبن مان پڇي آيس،
توهين لڳي عادت، تذليل لڳي ڇوري.

چهرو ۾ چَنڊ جهڙو، [illegible] ۾ حُسن جهڙيون،
سڪ، شوق ۽ جاذب جي تڪميل لڳي ڇوري.

بي داغ جبين اهي، لاريب حسين آهي،
هن حسن دو عالم جي تشڪيل لڳي ڇوري.

درياهه شڪن جذبا، طوفان شڪن سوچون،
ڪردار ۾ سهڻيءَ جي تمثيل لڳي ڇوري.

★★

( )

پُورا آهيون، ڪارا آهيون،
توتي مِنجهڻ وارا آهيون.

پوءِ ڪٿي اُوندهہ ۾ قاتل،
ليڪن چنڊ ستارا آهيون.

پنبڻين جا ڇا بند جهليندا،
دل دريا جا گهارا آهيون.

ڪوٺن سان دل ڦاٿي آهي،
ڪوٺي قِسمت وارا آهيون.

نازڪ جسمن جي ڪمزوري،
پوئينءِ رات جا پارا آهيون.

ڏکا ٿيلها پار اسان جا،
چاهت جي گهر وارا آهيون.

ڪيسين هلندي سينو تاڻي،
سانوڻ جا وسڪارا آهيون.

★★

( )

ڪا ٻُڌڻ آئي، ڪا ترڻ آئي،
ڪا جيئڻ آئي، ڪا مرڻ آئي.

پنهنجي ترڪڻ ۾ ئي پئي ترڪي،
تڙ تان پاڻي جڏهن ڀرڻ آئي.

چڻنگ وانگر دکي جا سيني ۾،
آهہ ٻنهي جيان ٻرڻ آئي.

ويڙهيل نانگ جان ڪري جُوڙو،
سر اڏيء تي وري ڌرڻ آئي.

ذائقو ذائقو ٻُڌائي تو،
ڪا رڏڻ آئي، ڪا ترڻ آئي.

ڪيتري مهربان آهہ وفا!
هر ملاقات خود ڪرڻ آئي.

★★

( )

ياد آهيان، نڪي ڀلايل هان،
تنهنجي سوچن جي زد ۾ آيل هان.

ڳل ۾ هڙجان نہ طيش ۾ مالهڻ!
آءُ حد کان وڌيڪ گهايل هان.

تنهنجي ڳولا ئي مونکي ڳوليندي،
تنهنجي ڳولا جو ئي وڃايل هان.

سي ئي هٿ ڪل ڪندام، طوفانو!
جن هٿن سان مان جلايل هان.

ڪوئي طوفان، نہ گُل ڪري سگھندو،
تنهنجي هٿ جو صنم جلايل هان.

ڪيئن ملان ڪنهن بہ موڙ تي توسان،
تنهنجي هر راھ تان هٽايل هان.

امتحان امتحان شاهد آ،
هر طريقي سان آزمايل هان.

آهيان فڪر حُسين جو حامي،
ڪربلا ڪان وٺي ستايل هان.

بلب آهيان مگر فيوز ٿيل،
ديپ آهيان مگر وسايل هان.

ڏُک هڪڙو، سڄو سمونڊ لڳي،
ڏس وَفا! ڪيترو اُڄايل هان.

★★

سنڌ جي آب ۽ هوا ـ
جنت الفردوس ٿيا؟

ڪو غزل جي ابتدا،
ڪو غزل جي انتها.

تون جو آهين بي نقاب،
ناهه چنڊ اُپريو تہ ٿيا.

دشت دل، دريا اکيون،
هيءُ پلا ڪهڙو لقاء!

مان سدائين مُنتظر،
تون سدائين آسرا.

ڪو يزيد ۽ ڪو حُسين،
وقت دشتِ ڪربلا.

تون ۽ مان ائين پاڻ ۾،
جيئن بندو ۽ خدا.

جيئن 'گهر واري' ڪنيز،
جيئن راڻي 'داشتا'.

پوڙ ۾ پيڙيون ٿُنل،
هاڻ ڪيئن ڪريون وفا!

★★



نہ تنهنجو ڏينهن اسان جو، نہ تنهنجي رات پرين!
اسان جي لاءِ سُڄي آهہ ڪائنات پرين!

نہ پاڻ 'پاڻ' رهين ۽ نہ مونکي 'مان' سمجهين،
وِڃي ڏسين جي ڪڏهن منهنجي دل ۾ جهات پرين!

جڏهن نظر پيو تصويرِ فتح جو پيو رُخ،
روئي پياسين زماني کي ڏيئي مات پرين!

ڪري ها عرش تان تحت الثريٰ ۾ ڪاٿي، مگر
ٻُڌي سگهيو نہ زمانو اسان جي بات پرين!

خدا جي فڪر سان گويا ڪري بغاوت ٿو،
رکي ٿو ذهن ۾ جيڪو بہ ڇوت ڇات پرين!

سدائين حُسن رهيو آ وفا جي پيش نظر،
نہ ڪنهن کان قوم پُڇيم ۽ نہ ڪنهن کان ذات پرين!

★★

( )

ڏسان ٿو هيءُ ڪمال پيو، ڪمال جي ڪمال جان،
لڳي ٿو چنڊ جو جمال، چنڊ جي جمال جان.

سخيءَ جي ڪُجَ رويءَ جيان، خدا جي اشتعال جان،
اسان جي زندگي آ ڪنهن فقير جي سوال جان.

اسان ڪان پوء هر طرف انڌير ئي انڌير آ،
اسان جو انتقال، روشنيءَ جي انتقال جان.

پيئان ٿو لُڙڪ مان جڏهن غريب ۽ يتيم جا،
نري پوي ٿي هر خطا بهشت جي خيال جان.

عجب ۾ ٿو وجهي ڇڏي تضاد ڏينهن رات جو،
ڪڏهن لڳين جُنوب جان، ڪڏهن لڳين شمال جان.

الاءِ ڪنهن ڪنور دل ڪَيس هي دُشمني وفا!
ٻري وئي ڳاسليٽ جان، سڙي وئي پلال جان.

★★

بي عيب بدن تنهنجو، سڊول بدن تنهنجو،
ناياب بدن تنهنجو، انمول بدن تنهنجو.

ڇا روُح جو عالم آ ڇا جسم جو عالم آ،
هڪ حُسنِ حقيقت آ، هي ڊول بدن تنهنجو.

افسوس جو عالم آ، افسوس ڪرڻ گهُرجي،
سڀ ڪنهن جي اڳيان جهليل،جڻ جهول بدن تنهنجو.

روڊن تي هُيو جيڪو گهر ۾ به نٿو ياسي،
پردي ڪي سبق آهي، هيءُ رول بدن تنهنجو.

ڪافر به ڪري وهوا، مومن به ڪري وهوا،
ڇا حُسن ۽ محبت جو ماحول بدن تنهنجو.

سنسار جي هلچل ۾ حيرت جان لڳو مون کي،
سنسان بدن تنهنجو، پُر هول بدن تنهنجو.

هر عرش تي اُڏران پيو، هر فرش تي اُسهان پيو،
ميلاپ جي ميلي ۾ چوڏول بدن تنهنجو.

اي شهرت محبوبي، قربان وفا توتان،
سچ سُونهن جي عالم ۾، چوٻول بدن تنهنجو.

★★

ٻُپ وڃين ٿو ماريندو،
توڏي ڪير نهاريندو.

ڏياريءَ ۾ ڪو ديپ ـ بدن،
گڏجي ڏيئا ٻاريندو.

توکان وڇڙي خُلد ۾ پِي،
مُشڪل ڪير گذاريندو.

ناکو ٿو انسان لڳي،
پاڻ ٻُڏي پي تاريندو.

دِلجي وئي آ رات مگر،
پنهنجو واعدو پاريندو.

جيسين حُسن سلامت آ،
همت عشق نہ هاريندو.

سُوريءَ تي پي سچ وفا!
ڪُوڙن کي للڪاريندو.

★★

بُت جي آڏو جُهڪائي ڇڏيو تو،
مونکي ڪافر بنائي ڇڏيو تو.

تيز نظرن سان گهائي ڇڏيو تو،
دل جو ڦٽ ڦٽ ڏکائي ڇڏيو تو.

يادگيريون ۽ خواب، خواب ٿيا،
واقعي جيئن ڀلائي ڇڏيو تو.

حسن چاهي ٿو حُسن جي تعريف،
واهه جو گُر ٻڌائي ڇڏيو تو.

وصل جا وڻ وڃي ويا آهن،
اهڙو پاسو ورائي ڇڏيو تو.

همسفر ٿي، مٽي وڌيون رستا،
قافلن کي لڄائي ڇڏيو تو.

مُنهنجو سڀ ڪُجهه اُهو رهيو اي وفا!
پنهنجو سڀ ڪجهه مٽائي ڇڏيو تو.

★★

چا صحرا، درياهه چا!
ڏکيا رستا پيار جا!

عورت ناهين غالباً،
سڀ کي ڪُوڙا آسرا!

آئي رات سهاڳ جي،
ڳاڙها ڪپڙا ڪنوار جا.

او! آواره ڇوڪري،
ڏکيا لڳندئي ڇوڪرا!

روح نہ جسمن ۾ ملن،
خالي ڪوڪا چا ڪَبا!

مُستقبل تاريڪ ٿئي،
او هرجائي بيوفا!

ڇو ٿي رولين حسن کي،
پيارا ٿئي ڏُک ڏاکڙا آ!

ڪير نہ چاٿي دوستي،
مطلب جا سڀ رابطا!

مسجد، مندر ۾ وفا!
تنهنجا جلوا ساڳيا!

★★

ڪلي زخمن کي ٽڙڪائي، روئي پيو،
انهيءَ غلطيءَ تي پڇتائي روئي پيو.

اڇي رسمن رواجن جي رڇن ۾،
مڇيءَ جان خود کي ڦاسائي روئي پيو.

ڏنم ڪلهه رات هرجائيءَ جي حالت،
پتين سان جام ٽڪرائي روئي پيو.

قبولي لُڙڪ، مجرائي تبسم،
ڪوئي تڙپي ۽ تڙپائي روئي پيو.

سموري زندگيءَ جو ماحصل هو،
مگر هڪ رات ترسائي، روئي پيو.

رکي رشتا ۽ ناتا هر بشر سان،
بدن جي پُل تي شرمائي روئي پيو.

نه منهنجو ٿيو، نڪو سنسار جو ٿي،
ٻنهي ڌرين کي ٺڪرائي، روئي پيو.

وفا! انسان جي عظمت تي سوچي،
ڪلي هر شخص کي لائي روئي پيو.

★★

ٻانهون وڏاءِ مونڏي!
پاڪر وراءِ مونڏي!

لُڙڪن سان تر وهاٽو،
جهاتي تہ پاءِ مونڏي!

چڻ پاڻ سان سُنل آن،
پاسو وراءِ مونڏي!

سڪ مان چمڻ گهُران ٿو،
هٿڙا وڏاءِ مونڏي!

ٿر آهيان، رحمتن جوُ-
ساوڻ وساءِ مونڏي!

هي نيڻ پيي اڪين ٿي،
دل پيي جهُڪاءِ مونڏي!

وهنجاريانيں هٿ سان،
صابڻ وڏاءِ مونڏي!

★★

لڙن لڳائي ڏسو!
ٻوء ڦِلائي ڏسو!

پيار ڇو پيار آ؟
آزمائي ڏِسو!

ڪونه ملبو وري،
موڪلائي ڏسو!

ناهيان ڪچو گهڙو،
پل وڄائي ڏِسو!

آئينو ٿي پوان،
جي لِڪائي ڏسو!

زُلف ڇا، نانگ ڇا،
پيچ پائي ڏِسو!

لُڙڪ ڪيئن ٿا لڳن،
مُنهن ورائي ڏِسو!

فصل گُل ٿي پوان،
مسڪرائي ڏسو!

ديپ آهيان وفا!
پل جلائي ڏسو!

★★

ڪونلن جي ٻڏي ٻڏي ڪُو ڪُو،
من جو گهيرو ڪرڻ لڳو گهُو گهُو.

اڄ بہ تُنهنجي تلاش ۾ عاشق،
جيئن سرابن ۾ تشنہ لب آ هُو.

اڄ بہ آدم خدا تلاش ڪري،
آهہ انسان جلوه گر هر سُو.

اڄ بہ پن چڻ جو زرد پن آهيان،
هُو، گلفام، گلبدن، گُل رُو.

صرف جهڙا مٿيل سٿيل آهن،
فطرتا جهڙو هجي، تهڙو هُو.

گهٽ ۾ گهٽ منهنجي دل وٽان ناهي،
تنهنجي هيءَ بود و باش، رنگ ۽ بو.

"صنف نازڪ" جي نيٺ ڇا معنيٰ،
ڪانہ عورت وٽي ڪرخت گُلو.

يا شرابي ٿي، يا نمازي ٿي،
مئڪدا هي ٿئي، مسجدون ٿئي هُو.

جيئن ڪُل ڪُل سان دوستي ٿئي وفا!
تو مان هر ڪُل جي ٿي اچي خوشبو.

★★

( )

نڪي پنهنجو، نڪي پرائو هين،
ڪيئن آيو هين، ڪيئن چائو هين.

نيڻ ڪنهن درد جي دوا آهن،
ڪنهن سان نهڪر، نہ ڪنهن سان هائو هين.

هينئرن ساڻون ڀر بي افسوس،
نہ ڦٽر اهين ۽ نہ سائو هين.

جسم ٻاڙي جي اُٺ جهڙو ٿئي،
هر ضرورت جي لئہ ڪجائو هين.

هر طرف جي هوا سان گڏ آهين،
جيئن صنم! ڪاغذن جي ناؤ هين.

بند ڪر علم جا ڪتاب وفا!
جاهلن جي نڪر ۾ چانو هين.

★★

جيڪڏهن شعر تو نزول ٿئي،
پوءِ شاعر بہ تو رسول ٿئي.

هر ملاقات جو قسم آهي،
هجر تو وصل جو حصول ٿئي.

مون کي شربت بہ تو لڳي هاڻي،
جيئن نہ ڪو زهر جو حلول ٿئي.

دل ڏئي ء وٺ ڪان پوءِ صنم!
تو روئڻ ء پٽڻ فضول ٿئي.

مُنهن لهي ٿا وڃن گلابن جا،
حُسن جنهن وقت تو ملول ٿئي.

ڪار، بنگلو نصيب ۾ ڪونهي،
صرف دل آ، صنم قبول ٿئي.

هر طرف ڏؤ لڳا پيا آهن،
پر وفا! خير بي اصول ٿئي؟

★★

زندگي ايترو ستايو آ،
موت ئي سمجهه ۾ نه آيو آ.

پيا به جڳ ۾ هزار غم آهن،
سُور تنهنجو مگر سوايو آ.

ساري جڳ جا معاشقا شاهد،
عشق ئي حُسن کي وڏايو آ.

يادگارن ۾ تو شمار ٿني،
جنهن سچي پيار سان نڀايو آ.

قابلِ فخر فلسفو آهي،
آءُ هُن جو ء هُو پرايو آ.

تُون ستم آهين، آءُ رحم آهيان،
تو رئاريو آ، مون کلايو آ.

عقل جو فلسفو اجا تائين،
عشق کي سمجهه ۾ نه آيو آ.

زندگي ڪيئن سڪون سان گذري،
جڳ منافق، وفا وتايو آ.

★★

اڄ ڪير ڪونہ ايندو، اڪيلا سُمهي پئو،
نہ ئي ساڻ ڪير نيندو، اڪيلا سُمهي پئو.

اڄ شهر ۾ سماج جو راڪاس پيو ڦري،
اڄ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيندو، اڪيلا سمهي پئو.

ڀيڻُ، ماءُ، ڀار، مُڙس ۽ ٻيا گهر ڏٺي سُتل،
سڀ ڪنهن کي ڪيئن ڪٿيندو، اڪيلا سمهي پئو.

شادي رئيس شهر جي، سيني ۽ کي نيند آ،
ڪوئي نہ ايندو، ويندو، اڪيلا سُمهي پئو.

اڄ عيد رات آهي ۽ سگهرن جي رات آ،
ڪو وقت ڪونہ ڏيندو، اڪيلا سمهي پئو.

نامهربان دؤر ۾، مطلب جي ديس ۾،
ڪو فڪر ڪيئن مٽيندو، اڪيلا سُمهي پئو.

جا قتل جي سزا آ، اُها وصل جي سزا،
ڪو زهر ڪيئن چٽيندو، اڪيلا سُمهي پئو.

ڪهوڙن جي ياڪرن ۾، ڪنوارون سُتل وفا!
ڪو ڪنهن کي ڪيئن ڇڏيندو، اڪيلا سُمهي پئو.

★★

ٽو روئين، ڪجھ وڃايو ٽٽي شايد!
ڪنهن کي صدمو رسايو ٽٽي شايد!

هيڏي ساري جهان ۾ ٽنها!؟
سمجھ ۾ ڪجھ نه آيو ٽٽي شايد!

صرف سکيو آن ڪنهن کي پرچائڻ،
ڪنهن کان پرچڻ مگر نه آيو ٽٽي!

مون تي ڪجھ ٻي نٿو نثار ڪرين،
پنهنجو سڀ ڪجھ پرايو ٽٽي شايد!

لُڙڪ چمڪن پيا ستارن جان،
پاڻيءَ کي ڪلايو ٿئي شايد!

نين ٻيهي رهيا جنازن جان،
دل کي پٿر بنايو ٿئي شايد!

ٻاهه ٻُر کي لڳي وئي آهي،
اوٽ ۾ مُسڪرايو ٿئي شايد!

حُسن پڇتاءَ جو شڪار اٿئي،
عشق کي آزمايو ٿئي شايد!

تنهنجي ڪانگن مان ٿو ٿئي محسوس،
مونکي ٻيهر گهُرايو ٿئي شايد!

ڪُل پٿر تيل پري زاديون،
ڪوئي جادو هلايو ٿئي شايد!

دوستن جي وفا! گلا ٿو ڪرين،
دُشمنن ورغلايو ٿئي شايد!

★★

( )

هر نظاري کي نهاريون تنها،
ڪيترو وقت گذاريون تنها.

روڊ تي گهر ۽ دريون در ڪليل،
آئينا ڪيئن اُجاريون تنها.

گڏ هجين ها ته هُئي گُنجائش،
ڪيئن دنيا ڏي نهاريون تنها.

سخت مجبور تڙن تي آهن،
وصل جي آس ۾ ناريون تنها.

يار! ڪوڙيءَ ڪي ئي گُهمرڻ آهي،
ڪيئن سنسار سڌاريون تنها.

عشق جو ديوتا شايد پيو چڙي،
ٿو ڏسان پُوريون ۽ ڪاريون تنها.

گُل پٽڻ لاءِ سڄو شهر وفا!
باغ جو ڪند ٻُهاريون تنها.

★★

پاڻ سان جو نہ جالي سگهي،
ڪيئن پئي ڪي سنڀالي سگهي.

سو ڪري ڪيئن عياشيون،
پيٽ پي جو نہ پالي سگهي.

مؤت ڪان اڳ مرڻ عاشقي،
ڪير سوچي، خيالي سگهي.

ڪو تہ عُنوان مونکي ڏئي،
ڪنهن تہ سانچي ۾ ڍالي سگهي.

تُنهنجي زلفن جي برهم گهٽا،
جام ڪيئن ڪو اُڇالي سگهي.

هر طرف حسن جون حيرتون،
ڪيئن ڪو خود کي سنڀالي سگهي.

آهہ سڀ جي حوالي وفا!
ڪيئن ٿي مُنهنجي نالي سگهي.

★★

پيار جو پڇتاءُ حيرانيءَ جيان،
دل جي حالت تي نظرثانيءَ جيان.

منهنجي قسمت جون پريشانيون صنم!
تنهنجي زُلفن جي پريشانيءَ جيان.

دل ڪٽي، ڳوڙها هڻي تي ويو ڇڏي،
ڪو ڪِلي معصوم نادانيءَ جيان!

لڙڪ مُنهنجا، تُنهنجي رُخسارن مٿان،
سنگ مرمر تي ٽٽل ڳانيءَ جيان.

موت ڇانيل آهي هر اُميد تي،
زندگي ڪوڙر جيان، ڪانيءَ جيان.

پيٽ رينگڻ کان سوا ڪجهہ پي نہ آ،
ٻُڪَ ۾ هر شيءِ لڳي مانيءَ جيان.

تنهنجي پرچڻ تي وفا جي ڪيفيت،
بي سبب وچڙڻ تي حيرانيءَ جيان.

★★

اکين پوڙ نہ ٽيندو ڪر!
دل کان ڏور نہ ويندو ڪر!

مان سرڪاري عاشق هان،
هفتي هفتي ايندو ڪر!

پنهنجي يارن، يارن ۾
مونکي سان نہ نيندو ڪر!

عاشق ڪک پي ڪونہ سهي،
ايذا ڏنپ نہ ڏيندو ڪر!

جنهن سان پي ڪر پيار مگر،
گهر جو خرچ پريندو ڪر!

سپ کو حاتم ناهہ وفا!
سوچي جهول جهليندو ڪر!

★★

چڙهي وئي آ چتين تي جام وانگر،
وَتان ٽڙندو ٿو ٽِڙيل گام وانگر.

حسينہ حسرتِ ناڪام وانگر،
وئي ٿي شور ۽ گهرام وانگر.

وتو دنيا ڪان مون هر چيز ڏيئي،
ڏنو دنيا مونکي انعام وانگر.

محبت صلح اَمن ۽ آشتي جان،
۽ نفرت بي سبب سنگهرام وانگر.

ويو آن تون جڏهن ڪان هٿ ڇڏائي،
وتان ٿو مان خيالِ خام وانگر.

مِلي ويو ڪو پريشانين جي بر ۾
هميشہ جي سڪون آرام وانگر.

لڳي ٿي هجرِ شب پي ڪربلا جان،
۽ آهي هر گهڙي ماتام وانگر.

قدامت تي ڪري جدت جو ميڪ اپ،
ڏکيو هان جرم ۽ الزام وانگر.

★★



تيون ڪنهن جا-ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي،
وتون تنها- ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي.

سفر ۾ هيڪلي سسئي رُلي وئي،
چون صحرا ـ ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي.

ڏسون ٿا پيا، ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي،
ٻڌون ٿا پيا، ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي.

ٿئي مطلب پرستيءَ کان متاثر،
سڀئي رشتا ـ ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي.

جڏهن سُهڻي وفا ساري ٻڏي وئي،
چيو دريا ـ ڪوئي ڪنهن جو نہ آهي.

★★

( )

زندگي فکر خام، ڇا ڪريون!
خودڪشي پڻ حرام، ڇا ڪريون!

ڳالھہ اڳتي وڌي تہ لُطف اچي،
صرف تنهنجو سلام، ڇا ڪريون!

پيٽ هر فکر تي مُسلط آ،
هيءُ حلال و حرام، ڇا ڪريون!

مئڪدن، بُت ڪدن ۾ خوش آهيون،
مسجدن ۾ قيام- ڇا ڪريون!

باھہ ۾ گُل وجهڻ ستم آهي
ظالمن کي سلام، ڇا ڪريون!

نہ پيارڻ، نڪو پيئڻ ٿو اچي،
هتڪِ ظرفِ جام، ڇا ڪريون!

مئڪشن جو وضو شرابن سان،
مئڪشي پيش اِمام، ڇا ڪريون!

تون اڪيون ٿي نٿو ملائين وفا!
تو سان دل جو ڪلام ڇا ڪريون؟

★★



بي سبب بي خطا، جدا ٿي وئي،
نوجواني وڏي سزا ٿي وئي.

مُنهنجي ڪَمري جو زيب و زينت هئي،
تَلخ ماحول کان خفا ٿي وئي.

چند ٿي پئي جو مون چُميو چهرو،
ڳت چُمڻ سان سِيَهه گهٽا ٿي وئي.

هُن ڪي چڙيم، جو بيوفا نڪتي،
جيڪڏهن هي بہ بيوفا ٿي وئي؟

آءٌ مشتاق مان وفا ٿي ويس،
هُوء عورت منجهان خدا ٿي وئي.

هن ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهہ آهي،
مَان وفا هس، مون کان وفا ٿي وئي.

★★

( )

هٿ ڇڏائي نہ رو، ڪلي مونسان،
پُٺ ورائي نہ رو، ڪِلي مونسان.

مونکي سِڪ جي صليب تي چاڙهي،
هڻ وڃائي نہ رو، ڪِلي مونسان.

دِل جو قاسڻ بہ راند سمجهين ٿو،
پيچ پائي نہ رو، ڪِلي مونسان.

پنهنجي هٿ ساڻ منهنجو آڪيرو،
خود جلائي نہ رو، ڪِلي مونسان.

مُنهنجا زيور، لباس ۽ ميڪ اپ،
سڀ مٽائي نہ رو، ڪِلي مونسان.

شامل حال ڪر وفا ڪي پي،
مُنهن لڪائي نہ رو، ڪِلي مونسان.

★★

( )

زُلف پهتا جڏهن ڪمر تائين،
چاڻ ٿي وئي نظر نظر تائين.

نہ تون آئين نہ انتظار ڪُٺو،
ديپ جلندا رهيا سحر تائين.

پيار پاري وِئون لِڪي چوري،
آهہ دنيا رُڪيل خبر تائين.

هر بدن کي سُٺي ڪتاب جيان،
مون پڙهيو زير ۽ زبر تائين.

جسم جو قدر، پر جوانيءَ ۾،
آهہ گدري جو لُطف ڳرُ تائين.

روح پهچي ويو تصور ۾،
تنهنجي ڪنواري بدن جي تر تائين.

سڪ ۾ صبر ڪونہ ٿيندو آ،
انتظار آهہ تنهنجي در تائين.

★★

( )

صبا جان گهُلي پئي!
۽ بُو جان رُلي پئي!

لُچي وير پئي ڪا،
دڪا چولي چُلي پئي!

دلي راز وانگر،
اکين تي کُلي پئي!

ڪا پن چڻ جواني،
پنن جان رُلي پئي!

ڪو در بند ٿئي پيو،
ڪا ڪڙڪي کُلي پئي!

وفا! هُل وانگر،
نگر ۾ هُلي پئي!

★★

جسم جي پيار کي بقا ناهي،
روح جي ربط کي فنا ناهي.

ڪنهن بہ شهڪار کي بقا ناهي،
ڪا بہ تخليق ديرپا ناهي.

حُسن لئہ عشق لازمي آهي،
پر ڪا هن درد جي دوا ناهي.

پر منش ڪانپوءِ تلاش نٿين،
جِسم جي دوستي بہ چا ناهي!

ائين لڳي ٿو ڏسي زماني کي،
جيئن ڪٿي پي رهيو خدا ناهي.

ڪڪ پَن رک ڪري چڙهڻ وارا!
پو بہ توڪان ڪوئي خفا ناهي.

شاعرن جو مٿو خراب آهي،
زلف ڪو نانگ يا بلا ناهي.

سڀ ڏيئا ٿو ڪرڻ گهران روشن،
منهنجي حق ۾ مگر هوا ناهي.

آهہ محتاج تنهنجي سُونهن سندو،
شاهہ آهي، ڪٿي گدا ناهي.

سو محبت ڪٿي ڪري سگهندو،
جنهن بہ اِنسان ۾ وفا ناهي.

★★

حُسن جي معيار جي تحريڪ هان،
پيار ناهيان، پيار جي تحريڪ هان.

مسئلن جو حل جهالت وٽ ڪٿي،
عِلم جي اسرار جي تحريڪ هان.

دوستي ۽ پيار هر انسان سان،
فطرتي ڪردار جي تحريڪ هان.

آهيان پَن ڇڻ ۾ بہ فصل گُل جيان،
عظمتِ گلزار جي تحريڪ هان.

ننڊ ۾ پيو ٿيون رهن اکيون کُليل،
ديدهٔ بيدار جي تحريڪ هان.

چار ديواري ۽ چادر ڪان پُڇو،
حُسن پرده دار جي تحريڪ هان.

مسجدن ۽ مندرن ۾ پيو پيئان،
مئڪدي، منخوار جي تحريڪ هان.

مقتلن ۾ سچ جا نعرا وفا!
فڪر پائدار جي تحريڪ هان.

★★

( )

تيز نظرن سان وار، شاديءَ ۾،
ويو ڪري دلفگار، شاديءَ ۾.

منهنجي چاهت جو ڇا ٻلو ٿيندو،
سڀ ڪو توتي نثار، شاديءَ ۾.

ڪنوار ڪان ٻي وڌيڪ سُهڻو هو،
حُسن جو شاهڪار، شاديءَ ۾.

ٿي ويو شادين جا گيت ٻُڌي،
تجربو شرمسار، شاديءَ ۾.

ڪنوار ڪان اڳ ۾ ڪنوار ثابت ٿيو،
پيار جو اعتبار، شاديءَ ۾.

موناليزا جو پيو جنم پئي لڳو،
هڪ تبسم شعار، شاديءَ ۾.

عُضوي عُضوي ۾ رنگ ۽ خوشبو،
ڪو سراپا بهار، شاديءَ ۾.

هُوبهو پئي لڳو وفا! مونکي،
حُسن جو اشتهار، شاديءَ ۾.

★★

( )

اکيون دل کان پُڇي آيون،
گلي مِل پيار پرچايون.

رُسڻ وارا بچائي ونڻ،
وجهن ماري نہ تنهايون.

ڪٿي اوسار لاشن تي،
ڪٿي شادين ۾ شهنايون.

اسان جي عشق سان شادي،
اسان جو ڏاج رُسوايون.

نہ سمجهي ظلم ڇا آهي،
اچو ظالم کي تڙپايون.

خوشين جا گيت وسري ويا،
غمن کي ڪيئن سرچايون.

سُڻو پيو آهہ هر ماڻهو،
ڪڙو ڪنهن گهر جو کڙڪايون.

وفا لئہ جامَ محفل ۾،
حسينائون ڪٿي آيون.

★★

زندگي آهين، روز ايندي ڪر،
۽ نئين سر جياري ويندي ڪر.

تنهنجي معصوميت جو خير هُجي،
بي سبب گاريون نہ ڏيندي ڪر.

مان فقط تنهنجو روُح ، بُت آهيان،
مونکي سرتين ۾ ڪين نيندي ڪر.

مان ڏسان صرف، پيو نہ ڪير ڏسي،
اهڙي انداز سان تڪيندي ڪر.

تو ۾ تحليل ٿي چُڪ آهيان،
سوچي سمجهي تہ مُنهن مٽيندي ڪر.

حُسن وارن جي غُسل جو پاڻي،
عاشقي! شوق سان پريندي ڪر.

ڪافي مجبور آهہ عورت پر،
چاڻي واٽي جُدا نہ ٿيندي ڪر.

★★



جو ڏنم ڪالهہ آخري بس ۾،
ويو ڇُپي آهہ منهنجي نس نس ۾.

وقت جي فيصلي تي سُست نہ ٿي،
مان بَدل آهيان توسان رس ڪس ۾.

ائين ٻئي سان ڪندين تہ ڪَل پوندئي،
ڏوهہ ڪنهن جو هو پيار جي 'بس' ۾.

راز سمجهي وڃين تہ غور ڪرين،
ڇو رکيل آهہ پيش ۽ پس ۾.

همسفر ڪيئن ڇئي سگهان توکي،
منهنجو پيرن تي زور، تون بس ۾.

توکي خط ٿو لکان اي لال پري!
خون لُڙڪن سندو ڳڏي مَس ۾.

پاڻ تي ڪر وفا! نظرثاني،
سارو جڳ فائدي ۾، تون ڪس ۾.



هجر ڪشتن ۾ ڪشالن وانگر،
لُڙڪ ساوڻ جي حوالن وانگر.

ڪي اُجالن ۾ انڌيرن جهڙا،
ڪي انڌيرن ۾ اُجالن وانگر.

وصل جي رات ۾ ساحر عُضوا،
جِسم جادوءَ جي ڪمالن وانگر.

ماٺ جان ماٺ لڳو پيو آهي،
نه جوابن، نه سوالن وانگر.

دل ۾ توسان ملڻ جا اُڌما،
ڪچ بالغ جي خيالن وانگر.

توهه نڪو مُرڪ، نڪو لُڙڪ صنم!
نه وڇوڙن، نه وصالن وانگر.

حُسن دولت جي ترازوءَ ۾ پيل،
پيار جي پرک دلالن وانگر.

نه ڪُلي تو، نه ٽُٽي تو ڪنهن کان،
ويو لڳي ذهن کي تالن وانگر.

منڪدو، شام، ننيں دوُنس وفا!
نيڻ ڇُلڪن ٿا پيالن وانگر.

★★

( )

سڀ دنيا منجهان تڙجي ويو هان.
جڏهن کان قُرب ۾ ڪڙجي ويو هان.

مان اڻ گهڙيل هُيس ڪنهن ڪاٺ وانگر،
مُحبت جي هٿان گهڙجي ويو هان.

نه تو عزت سان ويهاري ڪوئي پي،
جڏهن کان تو وٽان تڙجي ويو هان.

چڪي ٿو عقل اولهه، عشق اوڀر،
مان هِن ڇڪتاڻ مان اڙجي ويو هان.

سدائين پيار جي ميدان اندر،
لڳائي بازي سِر ڏڙ جي ويو هان.

متو اُڪريءَ ۾، هٿ سنسار مُهري،
وفا! سارين جيان ڇڙجي ويو هان.

★★

( )

زماني کان ڪري تنها ڏنو ٿئي!
نوان ماڻهو! اسان ۾ ڇا ڏنو ٿئي؟

جڏهن ٻي پاڻ کان تنها ڏنو ٿئي،
رُڳو ڇارا، رڳو رستا ڏنو ٿئي!

سڄو سنسار ئي پيارو لڳي ٿو،
جڏهن ڪان پيار سان پيارا ڏنو ٿئي!

ڪڏهن دريا منجهان قطرو ڏنو ٿو،
ڪڏهن قطري منجهان دريا ڏنو ٿئي!

ڏنو معشوق هوندو سنُر ۾ ٿو،
مگر عاشق سدا رُسوا ڏنو ٿئي!

جڏهن ٻي توسان گڏ مون کي ڏنو ويو،
بدن منهنجو تيل ٽُڪرا ڏنو ٿئي!

محبت جا وفا! ڪئي روپ آهن،
ڪٿي دريا، ڪٿي صحرا ڏنو ٿئي!

★★

(١)

ورق ورندا وصال جا آخر،
ڏينهن ويندا ملال جا آخر.

حالتن جي دباءَ ۾ ماڻهو،
ٿي ويا هِڪ خيال جا آخر.

مُنصف ۾ ورهائجي ويندا،
نوٽَ چوريءَ جي مال جا آخر.

جو بـ حدِ ڪمال تي پهتو،
ڏينهن ڏسندو زوال جا آخر.

روز آتش فشان مُلاقاتون،
لُول سڙندا پلال جا آخر.

بادشاهن ڪي پِي مهانگا پيا،
ڏينهن جاهه و جلال جا آخر.

نيٺ صبر وفا تي غور ڪندا،
ظلم تنهنجي جمال جا آخر.

★★

تنهنجي در تي وري نہ ويندا سين،
توکان وِڇڙي، مري نہ ويندا سين.

تنهنجو نعم البدل ٻلي نہ ملي،
تو ڏي حُور ۽ پري، نہ ويندا سين.

مٿہ تہ تعمير زندگي آهي،
مٿہ پيئڻ سان کري نہ ويندا سين.

تون ڀلي پنهنجو پاڻ ڳولي وٺ،
تيستائين ٻري نہ ويندا سين.

عُمر ڀر تنهنجو انتظار ڪبو،
لاش ناهيون، ڳري نہ ويندا سين.

گاهہ ناهين تون، ڍور اسان ناهيون،
ڍڄ نہ، توکي چَري نہ ويندا سين.

اي وفا! ڪشتيون اکين سان ڏسي،
ڪنهن ڪناري تري نہ ويندا سين.

★★

جُدا ٿي ويو ڪو،
فنا ٿي ويو ڪو.

قسم بندگيءَ جو،
خدا ٿي ويو ڪو.

جوانيءَ جو ڪاڙهو،
هوا ٿي ويو ڪو.

ڏئي بددعائون،
دُعا ٿي ويو ڪو.

هي در در ۾ جهاتيون،
گدا ٿي ويو ڪو.

خموشيءَ کان ڪڪ ٿي،
صدا ٿي ويو ڪو.

سوَن نهڪرن ۾ –
"ها" ٿي ويو ڪو.

بدن جي قفس مان،
رِها ٿي ويو ڪو.

وفا – لا دوا هو،
شفا ٿي ويو ڪو.

★★

( )

ياد پري جا آيا ڙي!
اکين پَنڪ پُسايا ڙي!

مُرڪي مُرڪي موتي ويو،
نڪتا لُڙڪ اجايا ڙي!

اُڀ ۾ ڌرتيءَ رقص ڪيو،
اهڙا گيت مون ڳايا ڙي!

واهڻ وستيون مست مگن،
ٿر تي بادل ڇايا ڙي!

سسئي وئي پرواز ڪري،
تو ڇو اُن هُشايا ڙي!

جيون جو احساس وفا!
ماٺهو ڏسجن سايا ڙي!

★★

توکان سواءِ ڪنهن سان مُحبت نٿو ڪيان،
مان ڪنهن ٻئي خدا جي عبادت نٿو ڪيان.

مونتي ٻه هڪ چٽي ٿي ڪري ڪونہ اڪتفا،
ڪنهن هڪ چٽيءَ تي مان ٻه قناعت نٿو ڪيان.

ڪنهن سان رعايتن جو سوال ئي نٿو اُٿي،
مان پاڻ سان ٻه جڏهن رعايت نٿو ڪيان.

اک اک جي آ شناس ۽ دل دل جو پاس آ،
اي دوست! صرف توسان محبت نٿو ڪيان.

انسان آهيان، پيار ٻه انسان سان ڪندس،
محسوس ڪنهن پريءَ جي ضرورت نٿو ڪيان.

بي لوث آهي توسان عقيدت خداءِ خُلد!
جنت جي آسري تي عبادت نٿو ڪيان.

مٽي هان، منهنجو پيار آ مٽي، سان نهن ڪري،
جنهن سان ڪيان ٿو پيار، عنايت نٿو ڪيان.

★★

اُونده منجهه اجالو ٿئي،
منهنجو پيار حوالو ٿئي.

رُسواين سان پالو ٿئي،
عاشق منهنجو نالو ٿئي.

شيشي جو احساس رکي،
پٿر دل سان پالو ٿئي.

منهنجي هٿ ۾ صرف قلم،
جڳ جي هٿ ۾ ڀالو ٿئي.

پيئڻ وارن جو اڀياس،
جيون زهر پيالو ٿئي.

هڪ چابيءَ سان ڪين کُلين،
ٻن پاسن کان تالو ٿئي.

خود چوڏهينءَ جو چنڊ لڳين،
ڪن ۾ سونو والو ٿئي.

منٺيءَ جا ٻهروپ وفا!
ڪو سيد، ڪو ٻالو ٿئي.

★★

ڪُلن جي اوٽ ۾ بي چين ڪُلبدن ڪوني.
ڪري قريب اچڻ جو پيو جتن ڪوني.

جڏهن ڪان وصل وڇوڙا ڇڏي ويو آهين،
وطن ۾ پاڻ کي سمجهي ٿو بي وطن ڪوئي.

لهُو لهُان هٿن سان، پَروڻ پيرن سان،
تلاشِ يار ۾ آهي چمن چمن ڪوئي.

ويو بهار ته گُلشن ۾ ائين رُلي وياسين،
رُلي ٿو جيئن خزان ۾ خزان جو پن ڪو ئي.

ملڻ جي رات سان سُهڻو نيائي ويو آهي،
لڳو سموري حياتي سندو مٽن ڪوئي.

جوان هُن کي سدائين اگر ڏسڻ چاهي،
ٻچي نه عُمر جو عورت ڪان سال و سن ڪوني.

تڪي ٿو راهه وفا! يار جي دوبتي حي،
شهيد دشت محبت ۾ بي ڪفن ڪوني.

★★

( )

توسان وڇڙڻ، ملڻ اجايو آ،
تنهنجو هر نظريو پرايو آ.

اڳ ۾ سوچي وٺو مُحبت تي،
پوءِ روئڻ پٽڻ اجايو آ.

دل جو مالڪ نہ تي ويو آهي،
پر اجا سمجهہ ۾ نہ آيو آ.

پاڻ تي ڪر صنم! نظرثاني،
مون نہ سوري، تي پي نيايو آ.

جو مليو فطرتا جدا مليو،
ڪنهن رُناريو آ، ڪنهن کلايو آ.

فصل گُل ۾ مليِ پيو روئي،
مونکي پن چِٽ ۾ جنهن کِلايو آ.

لُڙڪ جيڪو به ۽ جتان به مليو،
مون سرابن تي پئي وهايو آ.

باقي رشتا به بي سبب ناهن،
مون مگر پيار جو سڏايو آ.

مون سهيلين ۾ تنهنجا پير چُمي،
آخري فيصلو ٻُڌايو آ.

باقي محفل ۾ ويو اچي هر شخص،
جنهن لئه محفل هُئي، نه آيو آ.

ڪو به طوفان ڪونه مُنهن ڏيندو،
ديپ اهڙو وفا جلايو آ.

★★

( )

عشق ڪان مُختلف فلسفو عشق جو،
ڪنهن کي شايد پتو ڪونه پيو عشق جو.

آئينن جي حوالي ڪري پاڻ کي،
حسن وارن ڪيو تذڪرو عشق جو.

سنگساريءَ جو بي رحم عالم ڏسي،
ٿي ويو هر بُرو، هر ڀلو عشق جو.

نيڻ ڪِشتن جيان، دل خزاني جيان،
عشق ٿي ٿو ٿئي تبصرو عشق جو.

ڪوئي مرڻو هجي، ڪوئي پرڻو هُجي،
ذڪر ٿيندو رهي ٿو رڳو عشق جو.

ڪجهه پڙهيس، ڪجهه ڪڙهيس، ڪجهه ٻڌم، ڪجهه ڏٺم،
آهه دنيا ۾ حامي نه ڪو عشق جو.

جسم جادو ڪٽي، روح سپ ڪجهه وفا!
آهه معيار ڪيرايان ڇو عشق جو.

★★

( )

جهڙ ڦـُڙ تنهائي، تون مان،
پل پل سودائي تون مان.

اک جي اوُچائي، تون مان،
دل جي گهرائي، تون مان.

هر ماڻهوءَ سان پيار ڪيون،
ڪيڏا هرجائي تون مان.

ٻن نيڻن ۾ هڪ منظر،
وحدت جي وائي، تون مان.

رَت سڀ ڪنهن جو هڪجهڙو،
سڀ جا رت ـ ڀائي تون مان.

فصل گُل جان سيج وفا!
رس ۾ شهنائي، تون مان.

★★

( )

سڀ ڪو پنهنجو پاڻ ٿو جالي هاڻي،
دنيا پنهنجو پاڻ سنڀالي هاڻي.

پنهنجي مرضيءَ جي اولاد جي ممتا،
پاڻ جڻي ٿي، پاڻ ٿي پالي هاڻي.

زُلف کُلي ويا، مَست اکين کر موڙيا،
پيار فضا ۾ جام اُڇالي هاڻي.

منزل کي مقصود ڏئي ڇڏ مؤلا!
تنگ ڪيو آ چالي چاليء هاڻي.

چهري تي چهرو، ماڻهوءَ ۾ ماڻهو،
ڪير سنڀالي، ڏير خيالي هاڻي.

وقت ۽ پئسو محبوبه جي هٿ ۾،
ڪير سچو گهر ٻار سنڀالي هاڻي.

ڏنگڻ لئه ماڻهو ئي وفا! ڪافي آ،
ڪو بي جوڳي نانگ نه پالي هاڻي.

★★



دريا جا سڏايل، دريا تي،
بيٺا هُون اجايل، دريا تي.

ٿي ويو قُربان مُحبت تان،
سهٽيءَ جو سِڪايل دريا تي.

دريا جو ڪَڙايل صحرا ۾،
صحرا جو ستايل دريا تي.

ڪيئن اُڃ سرابن جي لهندي،
هر پاڻي آيل دريا تي.

تڙ تڙ تي نپوڙي پيو ڪپڙا،
ساوڻ جو پُسايل دريا تي.

ڳولي تو ڪوئي ميهار وفا!
سُهڻي ڪا وڃايل دريا تي.

★★

ان لپ ۽ البيليون اکيون،
ٿي ويون نيٺ سهيليون اکيون.

هر نعمت تان هٿ کٽي ويو،
جنهن اکڙين سان ميليون اکيون.

عالم جي هيڏي هلچل ۾،
تنهنجون ڪيئن اڪيليون اکيون؟

بعضي بٽجي ويندون آهن،
اکين لاءِ پهيليون اکيون.

سيٽن تي ٿيون سون مَٽائن،
ڇَربون، پوڪ، ڳهيليون اکيون.

اکين جي ٿيون راھ نهارن،
بَر ۾ ٻُپ اڪيليون اکيون.

دلين آهن توڙيون دليون،
اکين آهن پيليون اکيون.

اکين جا ٻهروپ وفا! ڏس،
ڪاتيون اکيون، ڇيليون اکيون.

★★

ائين هڪ بُت جي حالت آ بُتن ۾،
هرڻ ڪو جيئن هُجي ڦاٿو ڪُتن ۾.

نہ آيو آخري اسٽاپ ڪاٿي،
وياسين خرچ ٿي پاڙن پُٽن ۾.

هينئر هر ساز جو آواز آهن،
اڳي هڪ فڪر هوندو هو مٽن ۾.

محبت جي مني هر مُند، ليڪن،
مِلڻ جي رُت چڱي آهي رُتن ۾.

ڪمال ۾ مُعجزو آهي اسان جو،
ڪئي ٿئون روحُ جي پوڄا بُتن ۾.

ملڻ، وڇڙڻ، پيئڻ لازم بنهيء ۾،
مان جيئن ڄائو هان،رکيو هان ڳُڻن ۾.

ڪنواري دل ۾ ور وارين جي ڳولا.
وفا! ڳولين ٿو اوڄاڳا سُتن ۾.

★★

( ۱ )

بدن ۾ جيستائين ساهه رهندو،
اسان جو توسان چربو چاهه رهندو.

نه جيسين چنڊ کو همراهه رهندو،
اسان جو هر قدم گمراهه رهندو.

نه ڪنهن مظلوم تي ڪو ظلم سهبو،
نه ڪنهن ظالم سان پنهنجو ناهه رهندو.

نه جيسين وصل جي برسات ٿيندي،
اُميدن جو سُڪل هر واهه رهندو.

لڳي پئي آ ڏهاڙي ڀيل ڀيلان،
چراگاهن ۾ ڪاٺي گاهه رهندو.

يا مان رهندس يا منهنجو پيار رهندو،
يا تون ۽ تنهنجو هيءُ ونواهه رهندو.

وٺي امرت ڪان قاتل زهر تائين،
وفا جو تو ۾ هر ويساهه رهندو.

اهوئي جي رهيو نفرت جو عالم،
وڃي انسان وٽ الله رهندو.

اسان رولاڪ آهيون راتين جا،
اسان وٽ ئي شعورِ ماهه رهندو.

★★

اهڙو پاڪر نہ پاءِ ماڻهن ۾.
پنهنجي عزت بچاءِ ماڻهن ۾.

تو ڪيو باءِ باءِ ماڻهن ۾،
مون ڪيو هاءِ هاءِ ماڻهن ۾.

پنهنجو ذاتي معاملو آهي،
نہ مونکي آزماءِ ماڻهن ۾.

گهر هلي راز جون ڪبيون ڳالهيون،
دل جي اوگهڙ لِڪاءِ ماڻهن ۾.

ڪر نہ برسات پنهنجي جلون جي،
ڇڏ، نہ مونکي پُساءِ ماڻهن ۾.

ڪر ڏياريءَ ۾ پيار جو اعلان،
مون سان ڏيئا جلاءِ ماڻهن ۾.

نينهن جو ساز آءٌ تو ڇيڙيان،
سونهن کي تون نچاءِ ماڻهن ۾.

هر طرف جنگ جو حراس وفا!
امن جو گيت ڳاءِ ماڻهن ۾.

★★

( )

ڪير توڪان سواءِ جي سگھندو!
ايڏو ڪم ظرف ڪير ٿي سگھندو!

هُون ۽ ته ڪنهن شيءِ جو ڇيهه ڪونهي ڪو،
پوءِ به تو جهڙو ڪونه ٿي سگھندو.

زهر اُن کي ڏسي ڇو پياريو ٿا،
جيڪو پنهنجن هٿن سان پي سگھندو.

زيرِ تڪميل ڇٽنگ جهڙو بدن،
وقت تي مچ جان ٻري سگھندو.

جنهن کي تنهنجي نظر جو تير لڳو،
سو، نڪو جي، نڪو مري سگھندو.

مونکي ڪهڙي خبر هُئي ماٺهو،
ٿي وفا! حُور ۽ پري سگھندو.

★★

( )

بهارن جي موسم، گلستان ۾،
لڳي ٿو، گهمان ٿو پرستان ۾.

زماني جون سڀ خوبيون گڏ ڪري،
لڪان ٿو غزل پيو سندس شان ۾.

نہ ماڻهوءَ ۾ ماڻهو نظر ٿو اچي،
نہ انسان ڏسجي ٿو انسان ۾.

ڀَر رات چوڏهينءَ جي واڪا ڪري،
سُتل چنڊ منهنجي شبستان ۾.

بهارون ائين ئي گُذاري ڇڏيئہ،
رکيو گُل نہ تئي ڪوبہ گُلدان ۾.

ڪو ڪنهن جي، ڪو ڪنهن جي مُحبت پُنيان،
اسان ڪنهن جي حسرت، نہ ارمان ۾.

هي ڳوڙها، هي سُڏڪا، هي ڦٽ، هيءُ آهُ،
سڀئي آجياڻو سندء شان ۾.

مُحبت ۾ آهي نہ جنهن جو يقين،
وفا! آهہ شڪ تنهن جي ايمان ۾.

★★



مئڪدا، مئفروش رستن تي،
مئڪشيءَ جا عذاب مستن تي.

ساري دُنيا سنڀالڻي آهي،
دست ويهو رکي نہ دستن تي.

پاڳلن تي سياڻا جيئن کلن،
تيئن بلنديون کِلن ٿيون پستن تي.

حُسن ۽ عِشق ۾ تو ناهہ ٺئي،
دست پيرن تي، پير دستن تي.

قافلا راهہ ۾ ويا لُٽجي،
سوچ حيران بندوبستن تي.

هجر جي رات، ياد، تنهائي،
نزع طاري وفا پرستن تي.

★★

( )

اسان جا لاھ پنجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!
جيئڻ ڪان ربط ڪنجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

ملڻ جو تو ڪيو وعدو هُيو بيرن جي موسم ۾
صَنم! هٿ پير ڦنجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

اڙي او گلبدن، او گُلعذار و گُل صفت، گُل رُخ!
چمن مان گل ئي پنجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

سنڌء چارا، سنڌء رستا، نهارڻ مسئلو تي پيو،
اکين جا پير چٽجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

ڪري مفلوج غارن ۾ مَمُن اُچلي چڏيو مونکي،
صنم! هٿ پير چٽجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

وڇوڙن ۾ مري وياسين، جُدائيء ۾ ڳري وياسين،
جيئڻ جا ڏينهن گهٽجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

هوائون ريگزارن جون، بدن تي وئي وري واري،
ملڻ جا نقش لٽجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!

ڏکن جا ويا اچي وارا، پيا خوشين ۾ لاٻارا،
سکن جا ساھ سنجي ويا، الئہ جي تون ڪڏھن ايندين!



ويو ڏسي اهڙين نگاهن سان،
وقت گذري ٿو سرد آهن سان.

ويو چپن سان ڪري پٽي مرهم،
مونکي زخمي ڪري نگاهن سان.

صرف ٿهڪن جي دوستيءَ جهڙا!
چند گهڙيون گذار آهن سان.

حُسن ڏڪجي ويو خرابن ۾،
زر جي بي احتياط ڪاهن سان.

عاشقن جو جيئڻ مرڻ آهي،
حُسن وارن جي بارگاهن سان.

دل جڏهن ڪان مري وئي آهي،
مان نهي ويو هان خانقاهن سان.

عُمر جو ربط مُطمئن آهي،
تنهنجي احساس جي پناهن سان.

ايئن مونسان مليو سفر ۾ وفا!
جيئن راهون ملن ٿيون راهن سان.

★★



تو نڪرايو، موٽي آ،
مون پڇتايو، موٽي آ.

سُور سوايو موٽي آ،
دل جو رايو، موٽي آ.

ڳوڙها، مرڪون، هجر، وصال
سڀ جو رايو، موٽي آ.

آءُ اڪيلو، وقت بُرو،
ديس پرايو، موٽي آ.

طوبيٰ جي ٽاڇي ڪان اور،
تنهنجو سايو، موٽي آ.

شايد تنهنجو آهه وفا،
ڪير نہ آيو، موٽي آ.

★★

( )

گُلن جي ترس ۾ بي ترس خارن مان لنگهي وياسين،
ڪلائيندي، رُئاريندي بهارن مان لنگهي وياسين.

هٿاسين تنهنجي ڳولا ۾ مگر توکي ڏسي ڪنهن سان،
جهڪائي ڪنڌ، تنهنجي رهگذارن مان لنگهي وياسين.

جبل جي دل رکي سيني ۾، درياهن جون گهرايون،
سنڌ ۽ غم جي پهاڙن، آبشارن مان لنگهي وياسين.

ڪڙي هُئي ٿوهر جي هر ڦاڪ وانگر زندگي پنهنجي،
مگر ماڪي جيان ڪوڙن ڪَسارن مان لنگهي وياسين.

تون هڪ هڪ ساڻ ملندو حال ۽ احوال پُڇندو وتين،
اسان توکي پُڪاربندا هزارن مان لنگهي وياسين.

نظارو پئي ڪيو سيني نظارن جو سين ليڪن،
اسان انڌن جيان رنگين نظارن مان لنگهي وياسين.

صنم! صابڻ جي جهڳ جان تنهنجي ڇهري تان لهي وياسين،
ڦٽي وانگر سنڌءِ پُرپيچ وارن مان لنگهي وياسين.

اسان فصل بهاران ۾ گُلن ڪنڊن جي اڻ بڻ ڪان،
ڦٽن تي هٿ ڏيئي گلعذارن مان لنگهي وياسين.

چڪورن جان مَٿي اُڏيا ته سين ساونڻ جي موسم ۾،
مگر ڪڪرن سان گسندا، چنڊ تارن مان لنگهي وياسين.

وفا! جيئن مُتقي ڪوئي گنهگارن منجهان گذري،
ائين جنت ڏي، دوزخ جي شرارن مان لنگهي وياسين.

★★

( )

تون ٿو رکندو اڇين دلاسن ۾،
مان ٿو ٻُڏندو وڃان گلاسن ۾.

وصل، دوشيزگي ۽ تنهائي،
جيئن طوفان کو حواسن ۾.

هاڻ پاسي ۾ پي نٿو ويهي،
جيکو سمهندو هو منهنجي پاسن ۾.

هڪڙي ڏيري جي کلهه ٻڌائي ٿي،
کو خرارن ۾، کوئي کاسن ۾.

بي مثال آهي، بينظير آهي،
تنهنجي زلفن جو واسُ، واسن ۾.

جيئن شيشي ۾ ٿو چراغ ٻري،
جسم تنهنجو سَنهن لباسن ۾.

جسم تنهنجو هزار جسمن ۾،
جيئن هرڻيءَ جو ماسُ، ماسن ۾.

وصل جي رات جو حراس وفا!
آهه ڏاڍو سين حراسن ۾.

★★



سڄو زمانو ستائيندو آيو آ مونکي،
فقط خدا ئي بچائيندو آيو آ مونکي.

سڄي ڄمار رهيو پاڻ ۾ ڌنوڻ وانگر،
جو لوهہ جيئن تپائيندو آيو آ مونکي.

سموري عُمر رکي مختلف انڌيرن ۾،
ڏِيئي مثال جلائيندو آيو آ مونکي.

مان اهڙي شخص جي مُرڪڻ جو منتظر آهيان،
جو پاڻ روئي، کلائيندو آيو آ مونکي.

وڄائي بنسري ۽ ڍُڳڍڳي ضرورت جي،
ڪو شهر، ڳوٺ نچائيندو آيو آ مونکي.

مان اوترو ئي رهيو آهيانس ياد وفا!
ڪو جيترو بہ ڀُلائيندو آيو آ مونکي.

★★

( )

شراب و حُور ۽ غلمان سان ناهه جنت ۾!
ويو ٿي ايترو جنت سان چاهه جنت ۾!

نه تخت و تاج،نه دار و رسن، نه فرطِ عوام،
وجي به ڪينڻ ڪوئي بادشاهه جنت ۾!

ڪڏهن شراب طهورا، ڪڏهن رفاقتِ حور،
ٿين ٿا روز مقدس گناهه جنت ۾!

الاهي! ڪينڻ روايات برقرار رکون،
نه ڪو مزار، نه ڪا خانقاه جنت ۾!

جڏهن ڏٺي سين فضا سرد سرد ۽ خاموش،
ڪٿي وياسين محبت جي راهه جنت ۾!

ڏسي ڪڇهري ڪندي نوجوان حورن سان،
خدا به ڪونه ڪيو انتباهه جنت ۾!

جڏهن مون شعر ٻڌايو وفا! ترنم سان،
ٻڌي سين پئي ڪئي واهه واهه جنت ۾!

★★



جسم تان لباس ٿو لهي،
جيئن هڏن تان ماس ٿو لهي.

چپ چڙهن پيا چپن متان،
خوف ۽ حراس ٿو لهي.

لُڙڪ ٿا لڙن شناس جا،
دل تان بي شناس ٿو لهي.

رنگ رنگ جون نمائشون،
ڪنوار جو لباس ٿو لهي.

ائين لهي ويو سرير ۾،
دل ۾ جيئن قياس ٿو لهي.

ٻت ٽِڙي پيو گلاب جان،
ڪنوارپڻ ۾ واس ٿو لهي.

هت حُور جا وحي وفا!
عرش تان گلاس ٿو لهي.

★★

( )

نہ ٽري آهيون، ۽ نہ لاڙي هُون!
اي پهاڙڻ! اسان پهاڙي هُون!

صرف خوشين جو ئي ڏُڪار آهي،
باقي روئڻ پٽڻ ڏهاڙي هُون!

جيڪڏهن سنڌ تون، اسان مهراڻ،
تون جي اجرڪ، اسان کُهاڙي هُون!

ڪوڙ ٻي ڳالهہ، سچ اجا ٻي ڳالهہ،
صرف هٿندا توهان سان جاڙي هُون!

هر ڪوئي پيو پَٽي وجي گدرا،
جيئن لاوارثن جي واڙي، هُون!

زُلف برهم، چراغ پا رخسار،
نہ اڳياڙي، نڪا پڇاڙي هُون!

لوڪ سان ٻي ٽنا نيائي سگهون،
پيار ۾ ٻي وفا! اناڙي هُون!

★★

()

بهارن ۾ چمن جي ياد آئي!
وري تنهنجي بدن جي ياد آئي!

صنم خانن ۾ تنهنجو پيار پهتو،
سياحت ۾ وطن جي ياد آئي!

جڏهن ڪان وئي ملي توسان طبيعت،
نہ ڪنهن من جي، نہ تن جي ياد آئي!

جڏهن سهڻي ڏنم ڪچي گهڙي سان،
تہ هڪ ڪُوڙي وچن جي ياد آئي!

ڏسي ڇاتين جا بم، نظرن جا نشتر،
مونکي گور و ڪفن جي ياد آئي!

وري ٿي سار ڪنهن دوشيزگيءَ جي،
وري ڪنهن بانڪپن جي ياد آئي!

★★

بي زبان ۾ زبان وارن کان،
ڪم وٺي ٿو فقط اشارن کان.

ڏينهن ۾ رات شرمسار آهن،
تنهنجي چهري کان، تنهنجي وارن کان.

نفرتن هر قدم تي ساٿ ڏنو،
قُرب مليو نہ قرب وارن کان.

منهنجي لُڙڪن روانيون سکيون،
تنهنجي ٽهڪن جي آبشارن کان.

گلعذارن جو حشر ڇا ٿيندو؟
گلفروشن پُڇيو بهارن کان.

بي خبر آهي، باخبر آهي،
ڏينهن پُورن کان، رات ڪارن کان.

ڇا جهنم ۾ بہ ڪا نہ جاءِ ملي!؟
خُلد پُڇيو گناهگارن کان.

حيف صد حيف منهنجا راز وفا!
ٿي ويا فاش رازدارن کان.

★★

ڪيڏا سيءَ سيارا ڙي!
ليڪن آءَ شرارا ڙي!

گُل ڦُل، چنڊ ستارا ڙي!
تنهنجا رستا چارا ڙي!

شينهڻ جهڙي تنهنجي جان،
منهنجا ساهه اُڌارا ڙي!

مُشڪل ملندا هن يُگ کي،
مون جهڙا، تو پارا ڙي!

جهُريل چِن جان نيڻ ٿِمن،
يادن جا وسڪارا ڙي!

زُلفن ڇهرن جا سڀ رُوپ،
منظر پورا، ڪارا ڙي!

وٺ ڪري ديدار وفا!
منظر منجهن وارا ڙي!

★★

( )

مون چيو، آباد هُج.
هُن چيو، برباد هج.

بس اسان کي ياد هُج،
شاد يا نا شاد هُج.

قيس يا فرهاد هج،
عشق ۾ استاد هُج.

باغ جي روئداد هُج،
صيد هُج، صياد هُج.

حق ۽ سچ جو داد هُج،
ڪوڙ جو نقاد هُج.

★★

تنهنجي در تي وڃڻ ٿيون شهنايون،
منهنجي گهر ۾ نچن ٿيون رُسوايون.

وصل جو قد وَڏي ويو آهي،
کهڙي تَل ساڻ وقت ترسايون.

ويا ملي تنهنجا حال ۽ احوال
ڪله مِليون تنهنجي ڳوٺ جون مايون.

پاڻ ونواهه ۾ وڃي ويٺو،
مونکي ڏيئي طويل تنهايون.

ڪنهن به ريجهاوَ سان نٿو رِيجهين
توکي ڪهڙي طرح ته پرچايون.

حُسن پرده نشينيون ماڻيون،
عشق جي حق ۾ رحمتون آيون.

ڪونه ميهار وينا ڪارُن ۾،
ماڙين ۾ نه سُهڻيون چايون.

پيار تنهنجي جي حاصلات وفا!
بيت، ڏوهيڙا، ڪافيون، وايون.

★★

( )

سڪ ساھ سڙيءَ تي برسي پئو،
واريءَ جي دڙيءَ تي برسي پئو.

چوڦير ڦري سانوڻ آيو،
گھنگھور گھڙيءَ تي برسي پئو.

هر لُڙڪ سچو موتي ٿي پئي،
لڙڪن جي لڙيءَ تي برسي پئو.

بُک مال مري ٿو مارن جو،
اڄ چنگ چڙيءَ تي برسي پئو.

سانوڻ! انصاف ڪندو آهين،
ڪريل ۽ ڪڙيءَ تي برسي پئو.

زنجير بپا بيٺو آهيان،
زلفن جي ڪڙيءَ تي برسي پئو.

فطرت ۾ نہ ڪوئي فرق وفا!
ساڙهيءَ ۽ پڙيءَ تي برسي پئو.

★★

ساري گل گُل جو پيار، موٽي آ.
مُنتظر نؤ بهار، موٽي آ.

هر مُصور، مُصوريءَ جو خيال،
صرف تون شاهڪار، موٽي آ.

ڏيڍ هڏڪي، حي زندگي مهمان،
نزع ۾ انتظار، موٽي آ.

هر تمنا ٿي تنهنجو هٿ آهي،
ڇا ڪيان ڪنهن سان پيار، موٽي آ.

زندگي! انتظار ۾ ٿي وئي،
حسرتن جي مزار، موٽي آ.

تو سوا مان ۽ عيد ٻئي آهيون،
سوڳوار، اشڪبار موٽي آ.

دل جي درياهه جو ٻُسو آهي،
تو سوا آر پار، موٽي آ.

★★

پوءِ ابليس يا ولي آهي،
موت کان زندگي پلي آهي.

خوش رهي ڪين سگهي ٿي غربت ۾،
ڪير مڪڻ ۾ جا پلي آهي.

جاڻ ميلاپ ڪي وجود مليو،
چنڊ لڙيو ۽ شب ڍلي آهي.

پنهنجي مرضيءَ جي اعتبار ڪان پوءِ،
مس و-بي نار دل جهلي آهي.

مُنهنجي پيرن سندي گواهہ صنم!
تنهنجي پاڙي جي هر ڳلي آهي.

مُون لئہ لُڙڪن جي لار ثابت ٿيو،
جنهن لئہ مون هر خوشي پلي آهي.

ڪارنامن مان تو ٿئي ظاهر،
جيئن دستِ خدا علي آهي.

تيستائين نہ ڪيس هٿ وجهبو،
جيستائين وفا! ڪلي آهي.

★★

بزم ۾ زور شور ڪونهي ڪو،
ڇو تہ محفل جو مور ڪونهي ڪو.

چند تنهن جي نصيب ۾ ناهي،
عشق جنهن جو چڪور ڪونهي ڪو.

سچ جي روشنيءَ ۾ ملندو ڪر،
عشق ساڌ آهہ، چور ڪونهي ڪو.

رقص جي منظرن کي ڇا ٿي ويو،
ڪنهن بہ جنگل ۾ مور ڪونهي ڪو.

ڇو ٿا ايڏو غريب کي ڪُٽيو،
هُو بہ ماڻهو آ، ڍور ڪونهي ڪو.

زندگيءَ جو بچڻ محال وفا!
نانگَ ني نانگَ، نور ڪونهي ڪو.

★★

اهڙو ڀاڳ پايون وچ!
قسمت ني بدلايون وچ!

سياڻو ٿي چرين جي مَچ،
پيار اٿئي 'رسوايون' وچ!

منهنجو تو جي هٿ چڙهين،
دل کي پي ٺڪرايون وچ!

منهنجا لُڙڪ سُڪائيندڙ!
دل جو حال ٻڌايون وچ!

انسانيت جو آواز،
سڀ سان نينهن نڀايون وچ!

مُڙ، جذبن جو مچ نه ٻار،
سڙنديون سُڪيون، سايون وچ!

من! مونکان وڃڻ کان اڳ،
مونکي دڳ سان لايون وچ!

وصل جي واعدي سان وفا!
فرقت کي پرچايون وچ!

★★

خواهشن جو سفر طويل آهي،
ها مگر زندگي قليل آهي.

تا اڪيلا وڙهون عدالت ۾،
نہ ڪو مُنصف نہ ڪو وڪيل آهي.

تڏ نہ ميدان ۾ خبر پوندي،
ڪير ترڙو ۽ ڪير اصيل آهي.

مون کي قرآن جو قسم آ هُو
ساري سنسار کان جميل آهي.

ڪيئن مون سان سندس نباهہ ٿئي،
اٺ چريو ۽ هُو عقيل آهي.

هٿ سان اولاد ذبح ڪرڻو پيس
جو بہ ٿيو رب جو خليل آهي.

وصل ۽ هجر جو يقين وفا!
زندگي موت جو دليل آهي.

★★

موسمِ گُل ۾ جيئن چمن ٿا لڳن،
تيئن برسات ۾ بدن ٿا لڳن.

سڀ وطن واس، بي وطن ٿا لڳن،
هِڪ وطن ۾ ڪئي وطن ٿا لڳن.

جيترا داد ٿا ملن مونکي،
منهنجي اشعار جا ڪفن ٿا لڳن.

اڄ لڳن تيئن ٿا هير جا جهونڪا،
جيئن بلوغت جا سال و سن ٿا لڳن.

چنڊ تارا، چمن، ڪڪر، دريا،
ڪنهن حسينہ جا بانڪپن ٿا لڳن.

پٿرن جي هُجوم ۾ آهيان،
مونکي ٻارن جان شهر، ٻَن ٿا لڳن.

توکان نکڙڻ کان پوء منهنجا اُمنگ،
جيئن خَزائن ۾ ڪک ۽ پَن ٿا لڳن.

تنهنجي روشن بدن جو خير هُجي،
مونکي روشن سڀئي بدن ٿا لڳن.

★★

سنگدل ساڻ ڪيئن وفا ڪريون!
ڪيئن ناسور جي دوا ڪريون!

صرف حُورن جي آسري تي پيا،
مسجدن ۾ خدا خدا ڪريون!

وصل ڪي هجر جو شعور ڏني،
درد ڪان دلَ تا آشنا ڪريون!

نوجواني، شباب، تنهايون،
اڄ تہ ڪا خوبرو خطا ڪريون!

سارو سنسار تنهنجي پيرن ۾،
پوءِ بہ پرچين نٿو تہ ڇا ڪريون!

مينهن برسي پون سرابن تي،
جيڪڏهن دل سان التجا ڪريون!

جو بہ هن لئہ ڪيون سو گهٽ آهي،
ڪيئن محبت جو حق ادا ڪريون!

جو ذري گهٽ لڳي ٿو جان وفا!
پاڻ ڪان ڪيس ڪيئن جدا ڪريون!

★★

ڪنهن ادا ۾ به حقيقت ڪانهي،
توکي ڪنهن سان به مُحبت ڪانهي.

پٿرن ساڻ رهيو آن شايد،
تنهنجي ڪا شيءِ به سلامت ڪانهي.

زُلف و رُخسار کان عاري ناهيان،
جسم جي پيار ۾ عِزت ڪانهي.

دل جڏهن پاڻ چڪائي ۽ چکي،
زور جي پيار ۾ لذت ڪانهي.

ڪلهه ڪلڻ ساڻ پئي گُل ٽڙيا،
اڄ روئڻ جي به اجازت ڪانهي.

هجر معراج مُحبت آهي،
وَصل چاهت جي علامت ڪانهي.

عشق جو ڀاڳ خوشيءَ کان خالي،
حُسن وٽ درد جي دولت ڪانهي.

حق ۽ انصاف جو قائل هان وفا!
منهنجي فطرت ۾ بغاوت ڪانهي.

★★

تنهنجو احساس هو يا پيار هيو.
تنهنجو ميلاپ يادگار هيو.

جنس، جذبات جو شڪار هيو،
جسم جي پيار تان نثار هيو.

ڪيئن ونواهہ ۾ وجي ويٺو،
منهنجي چاهت جو اعتبار هيو.

ڪُڪ ڦاڙي ويو بگهڙ وانگر
جيئن ڪم ذات گهر جو ٻار هيو.

هجر جو داستان هو شايد،
وصل ۾ پي ڪو اشڪبار هيو.

تنهنجانقشِ قدم گواهہ صنم!
جو هُيو، تنهنجو رهگذار هيو.

بي خيالو لتاڙي وئين جنهن کي،
منهنجي پڇتاء جو مزار هيو.

باغ جا گُل ڏسي ڏُکائن ٿي،
ڪشمڪش ۾ وفا! بهار هيو.

★★

( )

عشق احساس كمتري آهي.
حُسن احساس برتري آهي.

كيئن دل عمر سان نباهہ كندي،
دلرُبائي نہ دلبري آهي.

هوريان هوريان نهي ويندي،
اجنبي آهي، اوپري آهي.

هر نموني جا انقلاب آيا،
پر هُو سُڌري، نكي كري آهي.

وقت تي تو تري وجي سيکو،
پوء لاڙي ڪني، ٿري آهي.

جنهن کي ڪوئي ڪوئي ڪني تو سگهي،
عشق اهڙي ڳري پري آهي.

ڪيئن توازن رهي محبت ۾،
عقل سياڻو ۽ دل چري آهي.

عجب انداز جي عمارت آن،
تو ۾ در ۽ نڪي دري آهي.

ڪنهن ٻي عورت کان ڪو نه تي سگهيو،
جيئن سُهڻي ٻُڏي تري آهي.

آهه 'ياڪر' اگر اڪيلي آ،
مونسان آهي نه جڻ پري آهي.

گهنج ڪديو ڇڏي لباس جا،
ڇوڪري ناهي، استري آهي.

ڪيئن عورت کيان تلاش وفا!
ڪا هئي حور، ڪا پري آهي.

★★

غزل جي بدقسمتي اها آهي، تہ ان جي موضوعن، قصن، ڪردارن، ترڪيبن، تشبيهن ۽ استعارن ڪي نانگ جي ليکي وانگر هر شاعر ايترو تہ ڪُٽيو آهي، جو ڪڏهن ڪڏهن تہ ان مان تازگيءَ ۽ جدت جي توقع ئي فضول لڳندي آهي- پر وفا ناٿن شاهيءَ جي شاعريءَ، غزل جي اهڙي روايتي ماحول ۾، هر پيري تخليقي تازگيءَ جو احساس پئي ڏياريو آهي. هن جا سوين شعر زبان زد عام آهن ۽ اهي پنهنجي سادگيءَ، معصوميت ۽ سچائيءَ سبب پڙهندڙن جي دل ۾ ڌڙڪن وانگر رهن ٿا. ان جو سبب آهي، هن جي سادي ڪان سادي شعر ۾ بہ موجود بي پناهہ گهرائي، بي انداز وسعت ۽ بي مثال تخليقي حُسن. فني ۽ سماجي شعور تہ هن جي شعر ۾ درياهہ جي ٻن ڪنارن وانگر گڏوگڏ هلي ٿو. هن وٽ لفظ مُئل، مردار، غير متحرڪ ۽ بي معنيٰ نہ آهن، بلڪ زنده، متحرڪ ۽ بامعنيٰ آهن. اهو ئي سبب آهي جو هن جي شاعريءَ جي ذري ذري ۾ زندگي پنهنجي پوري حُسن ۽ پريل سيني جهڙي مقناطيسي ڇڪ ۽ ڪشش سان موجود آهي.

هو سنڌيءَ جو واحد شاعر آهي، جنهن هزارين غزل لکيا آهن، ۽ انهن غزلن، دلين جا اُهي اُهي قلعه فتح ڪيا آهن، جيڪي اڃا تائين تہ ڪنهن سڪندراعظم جي نصيب ۾ بہ نہ آيا آهن.

**اسحاق سميجو**

A Roshni Book
Poetry
Pakistan, Rs : 100.00

